بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

**اِنۡ اُرِيۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ وَمَا تَوۡفِيۡقِىۡۤ اِلَّا بِاللّٰه**

منهنجو ارادو صرف اصلاح ڪرڻ جو آهي جيستائين منهنجو وس آهي ۽ منهنجي توفيق الله جي طرف کان آهي





19 شوال المڪرم ١٤٣٧ھ بمطابق جولاءِ 2016


اللّٰه

# عيد سعيد

Rs: 30



# الاصلاح پبليڪيشن دادو



# نعت رسول مقبول ﷺ

## ربنواز چنه طاهري

ٽلهه: يانبي احسانَ تنهنجا، مون بندي بيڪار تي
مون بندي بيڪار تي، ناقص و لاچار تي

1: پاڪ ذرتي ۾ هي عاجز، هِي ڪَرم آهي ڪريم
ناز آهي ناز پَروَر، مهربان مهندارَ تي

2: تو پڙهان صَلِ عليٰ اڄ، سبزِ گُنبذ سامهون
عاجزانه عرضَ آقا، هي ڪرم بار بار ٿِئي

3: ساڻ جيجل هِي بندو اڄ، هٿ ٻڌي حاضر ٿيو
مِهر جي برسات برسي، ٻانهڙي جي ٻار تي

4: غم لٿا غمخوار آقا، جڏ ڏٺم تنهنجو صحن
بخش اڄ مون خاڪپاء، سگدر پٽِي پَينار ڪي

5: پانڌ پايم سِرُ جُهڪايم، عشق جو آهيان مريض
ڏي شفا، شفادار آقا، بِرهه جي بيمارَ ڪي

6: ويا ڇڏي پنهنجا پراوا، پَر ڪين ڇڏيو تو سڄڻ!
وڙ ڪيئي هِن بيوَڙي ۾ بي وفا بدڪارَ تي

7: هي "چنو" آهي اوهان جو، ازل کان يا سيّدا
نفس شيطاني مَڪَر ڪان، ڏي پناه خطادار ڪي

# منقبت شريف

## شاعر: محمد امين اوٺو طاهري

**ٿلھ: واھ پيرَ ڪنبدياري وارا، محبوب سڄڻ سائين پيارا**
**رب پاڪ جو پيار ڏنو تو، لاهي مَنَ جا ڄڏيئي مونجهارا**

تو راضي خدا ۽ رسول ڪيو، توکي مالڪ آ مقبول ڪيو
اي اهلِ سنت جا ستارا، محبوب سڄڻ سائين پيارا

ابوبڪر، عمر، عثمان جو آ، تو سان پيار علي، سلمان جو آ
راضي وليءَ خدا جا تئي سارا، محبوب سڄڻ سائين پيارا

آ پيرن جي هيئن پيرَ چيو، سهڻي غوث اعظم دستگير چيو
تنهنجي صحبت اندر اجار آ، محبوب سڄڻ سائين پيارا

توکي ڄمندي اعليٰ ڏاج مليو آ ولايت وارو تاج مليو
سهڻي سائينءَ جا تو ۾ نظارا محبوب سڄڻ سائين پيارا

سڄي دنيا کي رنگَ لائيندو، هي جوان دليون جرڪائيندو
ڪيو پير منا اظهار آ، محبوب سڄڻ سائين پيارا

بنا نقطي جي نامُ نشا بر تئي، منو اسم محمد طاهر تئي
سائين سڄڻ تئي لقب سونهارا، محبوب سڄڻ سائين پيارا

تنهنجي جوان سخي دربار اُتم، تنهنجي در جا فقيرَ بـ يار اُتم
هنيا نينهن منجهان تن نعرا، محبوب سڄڻ سائين پيارا

ڏِسي "اوٺي" ۾ عيبَ هزار سڄڻ، ڪجو ڪِينَ "امين" کي ڏار سڄڻ
پنهنجي ٻاجھ ڪجو ٻاجهارا، محبوب سڄڻ سائين پيارا

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ اِنۡ اُرِيۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ

Sequential سلسليوار

# AL-ISLAH الاصلاح

DADU دادو

شمارو 19:شوال المڪرم 1437ھ بمطابق جولاءِ 2016ع قيمت: 30 رپيا

سرپرست اعليٰ: سيدي مرشدي حضرت سچل سائين مدظله العالي

زير نگراني: حضرت صاحبزاده سائين جعفرصادق طاهر طاهري

چيف ايڊيٽر: حبيب الرحمٰن گبول طاهري

ايڊيٽر: نعمت الله قريشي طاهري

سب ايڊيٽر: طاهري عبدالله ڪوڪر

ٻانهن ٻيلي: جناب غلام مرتضى چنڙ، ذوالفقار جوڻيجو، قاضي مشهود احمد قريشي، غلام نبي ميمڻ، وفا نذيراحمد شر طاهري، عاجز لاشاري،


## سٽاءُ




مواد موڪلڻ لاءِ ايڊريس: وفا شر طاهري الاصلاح درگاهہ الله آباد شريف، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز
03053416660 ،03003159721
alislahdadu@gmail.com



ڪمپيوٽرڪمپوزنگ: وفا شر، ڪمپيوٽرلي آئوٽ ۽ معاون ڊيزائين: مسعود علي ٻٽي

مدير جي ميز تان

# والدين سان دوستي

معاشرتي اصلاح ۾ ادارن جو استحڪام افراد جي تربيت سان لاڳاپيل آهي. بدقسمتيءَ سان جهالت ۽ لاپرواهي جي ڪري اسان جي گهرن جو ماحول تسلي بخش ناهي. اچوتہ گڏجي پنهنجي گهرن جي ماحول کي سازگار بڻايون. والدين کي گهرجي پنهنجي اولاد سان ۽ اولاد کي گهرجي پنهنجي والدين سان دوستاڻو تعلق قائم ڪن تہ جيئن اولاد جي نفسيات، ضروريات ۽ خواهشات کي سمجهي سگهجي ۽ اولاد کي بہ گهرجي تہ هو پنهنجن والدين کي پنهنجو همدرد ۽ دوست سمجهي پنهنجا مسائل سندن آڏو رکڻ ۾ ڪو بہ حجاب نہ ڪن. ياد رهي تہ والدين اولاد کي بهتر صلاح ڏئي سندن مشڪلات کي حل ڪرڻ ۾ مخلص هوندا آهن خاص طور تي تعليم، ڪاروبار، رشتيداري ۽ ٻين گهريلو معاملات ۾ باهمي مشاورت ذريعي لچڪ جو مظاهرو ڪندي مسائل جو حل تلاش ڪيو وڃي خاص طور تي رشتو ڪرڻ وقت اولاد جي خواهش ۽ پسند کي نظر ۾ رکڻ بيحد ضروري آهي.

سيدي و مرشدي حضرت قبلہ مرشد **سچڻ سائين** مدظلہ العالي پنهنجي خطابات و ارشادات ۾ اهڙو تاڪيد فرمائيندا آهن تہ گهرن ۾ فيملي ميٽنگس جو اهتمام ڪيو وڃي. روزانہ يا گهٽ ۾ گهٽ هفتي ۾ هڪ دفعو پنهنجي گهر وارن سان گڏجي ماني کائڻ جو اهتمام ڪيو وڃي ۽ دوستانہ ماحول ۾ هڪ ٻئي کي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو موقعو فراهم ڪيو وڃي.

انشاءَ الله ائين ڪرڻ سان گهرن جو ماحول سڌرندو ۽ معاشرتي اصلاح جو سبب بنجي ادارن جي استحڪام ۾ مددگار ثابت ٿيندو.

**طاهري نعمة الله قريشي**

درس قرآن



## ٻہ خراب عادتون

حضرت علامہ مولانا محمد عثمان جلباڻي طاهري

بسم الله الرحمٰن الرحيم وَيۡلٌ لِكُلِّ هُمَزَة....تا عَمَد مُمَدَّدَه

**ترجمو:**

**ويل** آهي عيب ڪيندڙ لاءِ ۽ چغل خور لاءِ اهو جو جمع ڪندو ٿو رهي مال ۽ ڳڻيندو رهي ٿو ان کي. گمان ٿو ڪري تہ يقينًا ان جو مال ان سان گڏ رهندو؛ هرگز نہ. ضرور اڇليو ويندو حطمه ۾ ڇا معلوم توهان کي تہ حطمه ڇا آهي؟ الله جي ٻاريل باهہ آهي اها جيڪا قبضو ڪري ٿي دلين تي يقينًا بند ڪيل آهي انهن ٿنين ۾ جيڪي تمام وڏا آهن.

مذڪوره سورة ۾ الله تعالىٰ اسان انسانن لاءِ ٻن بُراين جي مذمت فرمائي آهي.

1: ڪنهن جي عيب جوئي ڪرڻ ۽ 2: چغل خوري ڪرڻ.

**مختصر شان نزول:**

حضور ﷺ جن جا ٻہ مخالف 1: اخنس بن شريڪ ۽ 2: وليد بن مغيره هئا جن مان اخنس بن شريڪ حضور ﷺ جن جي روبرو ئي ڪڏهن ڪڏهن بي ادبي ڪندو هو ۽ وليد بن مغيره پرپٺ حضور ﷺ جن جي شڪايت ڪندو هو. الله تعالىٰ هن سورة ۾ انهن ٻنهي وصفن جي مذمت فرمائي آهي ۽ ڪنهن جو بہ نالو نہ ورتو ويو آهي ان لاءِ تہ جيئن جنهن ۾ بہ اها عادت هجي اهو ان کان باز اچي جو اهو بہ حطمه ۾ ساڙيو ويندو.

**هُمزَة لُمَزَة** جي لفظن متعلق مفسرن جا مختلف قول آهن.
1: هي ٻئي لفظ هم معنىٰ آهن، ظاهري ڪنهن جي برائي بيان ڪرڻ يا پرپٺ ڪنهن جي شڪايت ڪرڻ.
2: قول **هُمزَة** پرپٺ ڪنهن جي شڪايت ڪرڻ ۽ **لُمَزَة** چغلي ڪرڻ.
3: **هُمزَة** چئبو آهي ڪنهن کي هٿ سان تڪليف پهچائڻ **لُمَزَة** ڪنهن کي زبان سان تڪليف پهچائڻ. بهرحال ٻئي گنديون وصفون آهن الله تعالىٰ انهن جي مذمت فرمائي آهي.
لفظ **وَيلٌ** جون ٻه ڪيتريون ئي معنائون آهن.
1: قول آهي **وَيلٌ** چئبو آهي ذلت ۽ رسوائي کي.
2: قول آهي ويل جهنم جي هڪ واديءَ جو نالو آهي. جنهن جي متعلق حديث سڳوري ۾ آيو آهي ته ويل جهنم جي اها وادي آهي جنهن جي باهه کي ٿي هزار سال ٻاريو ويو آهي پهريون هڪ هزار سال جڏهن ٻاريو ته ان جو رنگ تمام ڳاڙهو ٿي ويو ۽ جڏهن ٻيو هزار سال ٻاريو ويو ته ان جو رنگ اڇو ٿي ويو ۽ جڏهن ٽيون هزار سال ٻاريو ويو ته ان جو رنگ ڪارو ٿي ويو مطلب جيڪي به دنيا ۾ ڪنهن جي گلا ڪندا يا ڪنهن تي چغلي هڻندا أهي جهنم جي ان وادي ويل ۾ وڌا ويندا.

گلا خور ۽ چغل خور جي احاديث شريف ۾ گهڻي مذمت آئي آهي هڪ دفعي اصحاب سڳورن عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ! گلا ڇا آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو پنهنجي مسلمان ڀاءَ جي اهڙي ڳالهه ڪرڻ جيڪڏهن ٻُڌي ته ناپسند ڪري تنهن تي صحابن سڳورن عرض ڪيو ته

يارسول الله ﷺ اگر اها ڳالھ انهيءَ ۾ موجود هجي تہ پاڻ فرمايائون انهيءَ کي گلا چئبو آهي اگر انهيءَ ۾ اها خرابي نہ هجي تہ پوءِ اهو بهتان آهي. ۽ بهتان ايڏو تہ وڏو گناھ آهي جو ان لاءِ شريعت ۾ حد يعني سزا مقرر آهي.

۽ **لُمَزَة** يعني چغلخوري ڪرڻ واري لاءِ بہ احاديث ۾ ارشاد آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو تہ سڀ کان بدترين اهو ماڻهو آهي جيڪو ڪنهن ٻئي جي خلاف چغلي هڻي چو تہ ان جو نتيجو هيءُ نڪرندو تہ ٻہ دوست پاڻ ۾ جدا ٿي ويندا يا ڪنهن پاڪ دامن لاءِ تهمت ٿي پوندي ۽ تهمت هڻندڙ لاءِ وڏو گناھ آهي بهرحال انهن کان بچڻ ضروري آهي.

الله تعالىٰ گلا خور ۽ چغل خور جي بيان کان بعد انهن جون وصفون بيان ڪندي فرمايو: **اَلَّذِيۡ جَمَعَ مَالًا وَّ عَدَّدَه** يعني اُهي جيڪي مال جمع ڪن ۽ ان کي ڳڻن.

اڪثر مفسرن جو قول آهي تہ جنهن شخص وٽ دنيا گهڻي هوندي آهي ان کي غرور هوندو آهي پوءِ اهو ڪنهن کي بہ پاڻ جهڙو نہ سمجهندو آهي ۽ حقير سمجهندي انهن خلاف گهٽ وڌ چوندو آهي ۽ وري غريب ماڻهو بہ ٻئي جي شڪايت ڪندو پر اهو غريب هجڻ ڪري ڪاٿي ڪاٿي لهرائيندو ۽ ڊڄندو آهي ۽ دنيا دار بي باڪ ٿي گلا ڪندو آهي ان ڪري الله تعالىٰ اها وصف بيان ڪئي ۽ اها وصف انهن ٻنهين ڪافرن ۾ هئي.

اڳتي الله تعاليٰ فرمايو:

**يَحۡسَبُ اَنَّ مَالَه اَخۡلَدَه** يعني اهو گمان ٿو ڪري ته ان جو مال ان وٽ هميشه رهندو ۽ ان غلط فهميءَ ۾ مبتلا آهي ته جيڪڏهن ان وٽ اهو مال ۽ دولت هوندي ته ان تي ڪا بيماري يا تڪليف ۽ موت نه ايندو ته الله تعاليٰ فرمايو: **ڪَلَّا لَيُنۡبَذَنَّ فِي الۡحُطَمَةِ** يعني ان جو اهو خيال هرگز صحيح نه آهي مرندو ۽ قيامت ۾ ذلت ۽ خواريءَ سان جهنم ۾ اڇلايو ويندو پوءِ هت پاڻ کي ڀلي رئيس يا سردار تصور ڪري ۽ **حطمه** ڇا آهي؟

الله تعاليٰ فرمايو اها هڪ الله تعاليٰ جي ٻرڪايل باهه آهي حطمه جي معنيٰ آهي ڀڃڻ، ڀيهڻ ذرا ذرا ڪرڻ ۽ حطمه جهنم جي طبقي جو نالو آهي جنهن ۾ جيڪا شيءِ اڇلائي ويندي ان کي لمحي ۾ ڀِيهي اُڏائي ڇڏيندي ۽ جنهن جي گرمي دلين تائين پهچندي ۽ انهن کي ساڙي ڪارو ڪري ڇڏيندي.

اڳتي الله تعاليٰ فرمايو:

**اِنَّهَا عَلَيۡهِمۡ مُؤۡصَدَة فِيۡ عَمَد مُمَدَّدَه.**

**عَمَد** جي معنيٰ آهي ٿنڀو ۽ **مُمَدَّدَه** جي معنيٰ آهي ڊگهو. مطلب ته انهيءَ باهه جا شعلا وڏا ڊگها ٿنڀن جي صورت ۾ هوندا، نه اُهي وِسامندا ۽ نه انهن جي دردن، تڪليفن ۾ ڪا ڪمي ايندي.

درس حديث

# تحمّل

## برداشت جو مادو پيدا ڪرڻ گهرجي

علامه مولانا عبدالقدير شيخ طاهري

**حديث: عن سهل بن معاذ عن ابيه ان النبي ﷺ قَالَ مَنۡ كَظَمَ غَيۡظًا وَهُوَ يَقۡدِرُ عَلَىٰ اَنۡ يُنۡفِذَه دَعَاهُ اللهُ عَلَىٰ رؤس الۡخَلَائِق يَومَ الۡقِيَامَةِ حَتىٰ يُخَيّرَه فِي اَيِّ الۡحُورِ شَاءَ.**

**(رواه الترمذي و ابوداؤد)**

**حضرت** سهل بن معاذ رضي الله عنہ پنهنجي والد کان روايت ڪري ٿو تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪاوڙ ڪائي ٿو حالانڪہ ان ڳالھ تي طاقت بہ رکي ٿو تہ جيڪو ايذاء ڏئي ٿو ان کي سزا ڏي يا بدلو وٺي تہ وٺي سگهي ٿو، قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ ان شخص کي مخلوق جي سردارن مان سڏ ڪندو. يعني ان کي سردار واري عزت، شرف، شان، مانُ عطا ڪيو ويندو ۽ ان کي حورون ڏيکاريون ويندو ۽ اختيار ڏنو ويندو تہ جيڪا حُور توکي پسند اچي اها تنهنجي حوالي ڪئي ويندي.سبحان الله! برداشت ڪرڻ جو ڪيترو عظيم اجر آهي ۽ الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن ان کي وڏي عزت عطا ڪندو. ڪنهن سان جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ، برائي جو بدلو بُرائي سان ڏيڻ، ان سان دين، دنيا جو نقصان آهي.

انسان جي عزت ختم ٿي ويندي آهي، وقار گهٽجي ويندو آهي، زندگي جي لذت، مزو نہ رهندو آهي. حتّىٰ المقدور جيترو ٿي سگهي ٻئي سان جهڳڙو ڇڏي ڏي اگرچہ

حق تي هجي. آنحضرت ﷺ جن فرمايو آهي تہ: **مَنْ تَرَكَ الْمِرَاءَ وَهُوَ الْحَقُّ بُنِيَ لَه بَيْتٌ فِي اَعْلىٰ الْجَنَّة.** (رواه الترمذي)
جيڪو حق تي هوندي جهڳڙو ڇڏي تہ ڏي سمجهي تہ تہ مون سان ناجائزي ٿي رهي آهي ۽ ان سان وڙهي بہ سگهي تہ پر پوءِ بہ برداشت ڪري تہ الله تعالىٰ ان جي لاءِ جنت جي مٿاهين درجہ ۾ هڪ محل عطا فرمائيندو. (سبحان الله)

اهو ٻانهو پنهنجي ايمان جي حقيقت کي ڪامل ڪندو جيڪو حق تي هوندي بہ جهيڙو جهڳڙو ڇڏي ڏي. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمائن ٿا: **اَلْمُسْلِمُ الَّذِي يُخَالِطُ النَّاسِ وَيَصْبِرُ عَلىٰ اَذَاهُمْ.** (الحديث رواه الترمذي وابن ماجہ)

مسلمان اهو شخص آهي جيڪو ماڻهن سان گڏ هجي يعني انهن سان معاملات بہ ڪري ۽ انهن جي تڪليفن تي صبر ڪري اڪيلو رهڻ کان بهتر جلوت (ماڻهن جي وچ ۾ رهڻ) آهي ۽ انهن جي ناجائز ۽ بُري سلوڪ تي صبر ڪرڻ صحيح مسلمان ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيندو آهي.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو ترجمو تہ اهو ٻانهو جنهن تي ظلم ڪيو ويو ان الله جي رضا واسطي برداشت ڪيائين موٽ ۾ نہ ظلم ڪيائين نہ ان کان انتقام ورتائين الله تعالىٰ ان ٻانهي کي پنهنجي مدد جي ذريعي عزت ڏيندو آهي زماني ۾ معزز بنجي ويندو آهي انسانن جي دلين ۾ ان جو احترام هوندو آهي . حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ هڪ شخص حاضر ٿيو عرض

ڪيائين مون کي وصيت ڪيو يعني منهنجي ڀلائي لاءِ ڪو خاص حڪم فرمايو پاڻ فرمايائون تہ ڪاوڙ نہ ڪر. وري سائل عرض ڪيو تہ ان کان علاوه ٻئي ڪنهن فعل جي بہ وصيت ڪيو ائين بہ ٽي دفعا چوندو رهيو پاڻ ڪريم ﷺ جن هر دفعي سان ساڳيو ئي ارشاد فرمائيندا رهيا تہ برداشت ڪر ڪاوڙ نہ ڪر.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ يعني رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو ملهہ (ڪُشتي) وڙهڻ وارو آهي اهو پهلوان نہ آهي پهلوان اهو شخص آهي جيڪو ڪاوڙ وقت پاڻ کي ڪنٽرول ۾ رکي. ڇوتہ نفس بدترين دشمن آهي جيڪو ان تي قبضو ڪري قابو ۾ رکي اهو طاقتور ۽ پهلوان آهي ۽ بهادر ان کي ئي شمار ڪيو ويندو.

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ يعني رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ان ڍُڪ کان وڌيڪ الله تعالىٰ وٽ ڪو بہ ڍُڪ نہ آهي، فضيلت ۾ وڌيڪ جيڪو ڪاوڙ جو ڍُڪ الله جي رضا خاطر پيئي ٿو غصہ (ڪاوڙ) پيئڻ ڪَوڙو (ڪڙو) تمام آهي پر ان جو ڦل (نتيجو) مِٺو آهي جڏهن ڪاوڙ ڪائڻ جو ثمر ملندو تہ انسان نهايت خوش ٿيندو.

حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جيڪو الله تعالىٰ فرمايو آهي: **اِدۡفَعۡ بِالَّتِيۡ هِيَ اَحۡسَنُ** (پ 24 حٰم سجده) (ڀلائي جي ذريعي دفع ڪيو) ان ڀلائي مان مراد اها آهي تہ غصہ وقت صبر ڪرڻ ۽ برائي وقت معافي آهي.

4

پاڻ فرمائن ٿا: **فَإِذَا فَعَلُو عَصَمَهُمُ اللّٰه تعالىٰ وَخَضَعَ لَهُمَ عَدُوّهُمَ لِأنّه وَلِيّ حَمِيْم قَرِيْب.** (رواه البخاري تعليقا)

جڏهن انهن ٻنهي ڳالهين کي اختيار ڪيو ويندو تہ الله تعالىٰ ان شخص کي محفوظ رکندو ۽ ان جو دشمن ان جي سامهون جُهڪندو اهو ائين ٿي ويندو گوياڪہ ان جو دوست هيو.

مذڪوره آيت ڪريمہ ۾ هڪ اهم اخلاقي هدايت ڏني وئي آهي تہ برائي کي چڱائي سان دور ڪيو يعني برائي جي بدلي ۾ احسان ڪيو. زيادتي جو بدلو معافيءَ سان، ڪاوڙ، غضب جو بدلو صبر سان، بيهودگي جو جواب چشم پوشي (لِڪائڻ) سان ۽ مڪروهات (ناپسنديده) ڳالهين جو جواب برداشت ۽ حلم (بردباري) سان ڏنو وڃي. اها شيءِ نهايت مفيد ۽ ثمر آور شيءِ آهي ان سان دشمن ۽ پري رهڻ وارو قريب بنجي ويندو ۽ خون جو پياسو گرويده ۽ جانثار بنجي ويندو.

متي ذڪر ٿيل رَوَش (غصہ کي پيئڻ ۽ ناپسنديده ڳالهين کي برداشت ڪرڻ) انهيءَ شخص کي حاصل ٿيندو جيڪو وڏي نصيب وارو هوندو. اتي نصيب مان مراد جنت آهي يعني جنهن جي مقدر ۾ جنت هوندي اها چال چلت ان کي ئي نصيب ٿيندي اها سهڻي عادت خوش نصيب جي علامت آهي. الله تعالىٰ هر ٻانهي کي نصيب فرمائي. (آمين)

# المنجيات في ترجمة المنبهات

قسط ٽين

مولانا مفتي مختار احمد تاٿڙي طاهري نقشبندي

18: **اَوۡحَىٰ اللهُ تَعَالَىٰ اِلَىٰ بَعۡضِ الۡاَنۡبِيَاءِ اَطِعۡنِي فِيۡ مَا اَمَرۡتُکَ وَلَا تَعۡصِنِيۡ فِيۡمَا نَصَحۡتُکَ**

**ترجمه:** الله تعالىٰ (سابقہ) نبين مان هڪ نبي کي حڪم فرمايو تہ منهنجي احڪامن ۾ منهنجي فرمانبرداري ڪندو رهہ ۽ منهنجي ڏنل هدايت ۾ منهنجي نافرماني نہ ڪر.

19: **قِيۡلَ اِکۡمَالُ الۡعَقۡلِ اِتۡبَاعُ رِضۡوَانِ اللهِ تَعَالَىٰ وَ اِجۡتِنَابُ سَخۡطِهٖ.**

**ترجمہ:** چوڻي آهي تہ ڪامل عقل (جي نشاني) الله تعالىٰ جي رضا (حاصل ڪرڻ) وارن عملن جي پيروي ڪرڻ آهي ۽ انهيءَ جي ناراضپي (وارن ڪمن) کان بچڻ آهي.

20: **قِيۡلَ: مَنۡ کَانَ بِالطَّاعَةِ عِنۡدَاللهِ قَرِيۡبًا کَانَ بَيۡنَ النَّاسِ غَرِيۡبًا**

**ترجمه:** (بزرگن جي) چوڻي آهي جيڪو شخص فرمانبرداري (جي ذريعي) سان الله تعالىٰ جو قرب حاصل ڪندو آهي تہ اهو شخص مسافر (وانگر اوپرو) ماڻهن ۾ پيو لڳندو آهي.

21: **قِيۡلَ: لَاغُرۡبَةَ لِلۡفَاضِلِ وَلَا وَطَنَ لِلۡجَاهِلِ**

**ترجمه:** دانائن جو چوڻ اهي تہ فاضل ماڻهو لاءِ ڪائي مسافري (تڪليف ڏيندڙ) ناهي ۽ جاهل ماڻهو لاءِ ڪوئي وطن (آسائش ۽ سڪون جي جڳهہ) ناهي.

5

**22: قِيۡلَ حَرَكَةُ الطَّاعَةِ دَلِيۡلُ الۡمَعۡرِفَةِ كَمَا حَرَكَةُ الۡجَسَدِ دَلِيۡلُ الۡحَيٰوةِ**

**ترجمه:** عارفن جو قول آهي تہ اطاعت (الٰهي) وارا ڪم (الله تعالىٰ) جي معرفت جي نشاني آهن جهڙي طرح جسماني امور زنده هجڻ جي نشاني آهي.

**23: قَالَ النَّبِيُّ ﷺ اَصلُ جَمِيۡعِ الۡخَطَايَا حُبُّ الدُّنِيَا وَاَصلُ جَمِيۡعِ الۡفِتَنِ مَنۡعُ الۡعُشۡرَ وَالزَّكٰوة**

**ترجمه:** حضور نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هر هڪ گناهہ جو بنياد دولت جي محبت آهي ۽ هر هڪ مصيبت جو بنياد عُشر ۽ زڪوٰة نہ ڏيڻ آهي.

**24: قِيۡلَ اَلۡمُقِرُّ بِالتَّقۡصِيۡرِ اَبَدًا مَحۡمُوۡدٌ وَاِقۡرَارٌ بِالتَّقۡصِيۡرِ عَلاَمَةُ الۡقُبُوۡلِ**

**ترجمه:** سياڻن جو چوڻ آهي: غلطي جو اقرار ڪندڙ شخص قابل تعريف آهي هميشہ (تعريف ڪيو ويندو آهي) ۽ غلطي تسليم ڪري (معافي گهرندڙ) کي معافي ملندي آهي.

**25: كُفۡرَانُ النِّعۡمَةِ لومٌ وَصُحۡبَةُ الۡاَحۡمَقِ شُوۡمٌ**

**ترجمه:** نعمت (احسان) جي ناشڪري ڪرڻ قابل مذمت آهي ۽ بي وقوف ماڻهن جي صحبت اختيار ڪرڻ بدبختي آهي.

****

# قرباني جو فلسفو ۽ فائدا

## مولانا محمد حسن اوٺو طاهري

**اسلامي** سال جي ابتداء ۽ انتها وارن مهينن محرم الحرام ۽ ذوالحج جا ڦيريان ڏھ ڏهاڙا قرباني ياد ڏياريندا آهن. سيدنا حسين رضي الله عنه ۽ سندن جان نثار ساٿين جي قرباني ۽ سيدنا ابراهيم عليه السلام ۽ اسماعيل عليه السلام سندن جي ياد تازه ڪرڻ سان گڏوگڏ، مسلمان مرد، عورتن، والدين ۽ اولاد کي صبر، شڪر، الله تعاليٰ جي احڪامن کي بجا آڻڻ ۽ والدين جي اطاعت ۽ ادب جو سهڻو سبق سيڪاري ٿي.

سيدنا ابراهيم عليه السلام ننڍپڻ کان پنهنجي حقيقي خالق ۽ مالڪ جي محبت ۽ ان جي تلاش ۾ رهيا، استقامت سان پنهنجي جستجو جاري رکيائون هر امتحان ۽ آزمائش ۾ الله تعاليٰ کين ڪامياب ۽ سرخرو فرمايو. اها الله تعاليٰ جي محبت ئي هئي جيڪا کين ڪنهن بئي ڏانهن مائل يا متوجه نه ڪري سگهي. دشمنن طرفان تيار ڪيل آڙاھ جنهن جي باھ جا شعلا آسمان کي ڇهي رهيا هئا انهن کي ڏسي رهيو هو، پڪ هيس ته منجنيڪ مان نڪرندي سامهون واري آڙاھ جي وچ ۾ هوندس ان هوندي به حقيقي يار جي رضا جا طلبگار رهيا. زمين و آسمان، جن و انس ۽ ملائڪ سڀ اهو منظر ڏسي رهيا هئا هر ڪنهن کي اهو

6

جواب ڏنائين تہ منهنجو محبوب، حقيقي مالڪ مون کي ڏسي رهيو آهي.

الله تعاليٰ جي ذات ڪائنات وارن کي هي حيرت انگيز منظر ڏيکاري باهہ کي حڪم ڪرڻ فرمايو:

**يَا نَارُ كُونِي بَرداً وَسَلَامًا عَلىٰ اِبْرَاهِيْمَ**

”اي باهہ تون ٿڌي ٿيءُ سلامتي واري ابراهيم عليہ السلام تي.“

**باهہ فورًا باغ بنجي جڏهن راضي ٿيو رب جليل**
**ويو تہ وجي چڙ تخت تي ويٺو حضرت ابراهيم خليل**

حضرت سيدنا ابراهيم عليہ السلام مسلسل ڏسندڙن خوابن جو جڏهن ذڪر سيدنا اسماعيل عليہ السلام سان ڪندي فرمايو تہ اي پٽ مان ڏسان ٿو تہ توکي منيٰ جي ميدان ۾ ذبح ڪري رهيو آهيان پوءِ توکي ڪيئن ٿو نظر اچي؟ هڪدم جواب ڏنائين تہ اي بابا! اوهان اهو ڪريو جنهن جو اوهان کي حڪم ٿيو آهي انشاءَ الله مون کي صبر ڪندڙن مان لهندين.

پيءُ قربان ڪرڻ لاءِ پٽ قربان ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويا اولاد هر ڪنهن کي ڪيترو پيارو هوندو آهي؟ ان لاءِ پنهنجي هيانوَ تي هٿ رکي ڏسجي. مگر الله جي پيغمبر حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي رب جي رضا لاءِ پٽ کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ان موقعي تي حضرت بيبي هاجره رضي الله عنها جي اطاعت الٰهي ۽ پنهنجي خاوند جي عديم المثال فرمانبرداري جا واقعا بہ هرگز وسارڻ نہ گهرجن. هڪ اهو موقعو جو حضرت ابراهيم عليہ السلام سان گڏ هڪ ويران واديءَ ۾ رب جي حوالي ڪري موٽيو. بيبي صاحبہ

ڪائن پڇيو تہ ڇا هي اوهان کي رب جو حڪم آهي؟ پاڻ فرمايائون ها، ٻيو اهو موقعو جڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام کي تيار ڪري حضرت ابراهيم عليہ السلام سان گڏ روانو ڪيو ۽ شيطان، بيبي صاحبہ کي اچي وسوسو وڌو تہ تنهنجي ٻچڙي کي ذبح ڪرڻ لاءِ وٺيو ٿو وڃي، چوي ٿو تہ ڪيس الله جو حڪم ٿيو آهي، بيبي صاحبہ صبر جو مظاهرو ڪندي شيطان کي چيو تہ الله جي حڪم تي جي ٻيا بہ ٻچا هجن تہ قربان ڪري ڇڏيان.

**پلي ڄايون مائرون، سنديون صالحن**

**محشر جي ميدان ۾ تن وڏا ڏاج ملن**

**ٻين ويچارين اوڄاڳا ئي اجايا ڪيا**

شيطان شرمسار ۽ نااميد ٿيو حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهما السلام پنهنجي امتحان ۾ ڪامياب ٿي موٽيا.

الله تعالىٰ کي پنهنجي پيارن ٻانهن جون ادائون، عمل ۽ قرباني اهڙا تہ پسند آيا جو بيبي هاجره رضي الله عنها جو ٻن پهاڙين صفا ۽ مروه جي وچ ۾ پنهنجي ٻچڙي لاءِ پاڻي جي تلاش ۾ ڊوڙڻ ۽ قرباني جي ياد تازه رکڻ لاءِ امتِ محمديہ ﷺ تي ٻئي ڪم واجب ڪري ڇڏيا. ايمان وارا سندن جي ياد هميشہ تازه رکندا اچن پيا.

اڄ اسان جي مسلم خواتين مائرن کي پنهنجو محاسبو ڪري فيصلو ڪرڻ گهرجي تہ انهن ۾ الله ۽ ان جي رسول مقبول ﷺ جي فرمان جي اهميت، اطاعت ۽ محبت ڪيتري آهي؟ پنهنجي اولاد جي تربيت ۽ مردن جي اطاعت

جو ڪيترو حق ادا ڪيو اٿن؟ مسلم نوجوانن کي بہ پنهنجو محاسبو ڪرڻ گهرجي تہ انهن بہ الله تعالیٰ ۽ ان جي رسول ﷺ ۽ والدين جي اطاعت ۽ محبت جو ڪيترو حق ادا ڪيو آهي؟

جانورن جي قرباني سرنديءَ وارن، صاحبِ نصاب مؤمنن کي احساسِ ذمہ داري ۽ مسڪينن جي خدمت جو جذبو جاڳائي ٿي. ان موقعي تي مسڪينن، پنهنجي عزيزن ۽ احبابن ۾ قرباني جو گوشت ورهائي، قرابتن ۽ محبتن کي مزيد مستحڪم ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. قرباني جي جانورن جي صحيح نموني سار سنڀال لهڻ، غريبن کي گذرسفر ڪرڻ جو موقعو ملندوآهي.

سرندي وارا ۽ شاهوڪار ڪوشش ڪري سهڻو سيبتو ٿلهو متارو جانور وٺي قرباني ڪري الله تعالیٰ جي رضا حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. سرندي وارن توڙي مسڪينن کي قرباني جي گوشت استعمال ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي. اوهان بہ محسوس ڪيو هوندو. قرباني جي جانورن جي کلن مان ڪيترن ئي مسڪينن، محتاجن، يتيمن جي مالي معاونت ٿيندي آهي ڪيترن ديني مدرسن ۽ فلاحي ادارن جي خرچ جو حصو بڻجندو آهي.

مولانا جلال الدين سيوطي عليہ الرحمة پنهنجي والد کان روايت ڪري ٿو تہ جنهن گهر ۾ استطاعت جي باوجود قرباني نہ ٿي ڪئي وڃي اهو الله تعالیٰ ڏانهن رجوع ڪندي چوندو آهي تہ مڪينن کي بري طرح هلاڪ ڪر جهڙي طرح هنن مون کي قرباني کان خالي ڪري ڇڏيو آهي جنهن گهر

۾ قرباني ڪئي ويندي آهي اهو سني دعا ڪندو آهي، ايندڙ سال تائين ان جي رزق روزيءَ ۾ وسيع برڪت ڪئي ويندي آهي.

قرباني ڪرڻ وارو الله جل شانہ جي حفاظت ۽ امان ۾ رهندو آهي قرباني ڪرڻ سان ايمان وارن ۾ جذبہء قرباني زنده رهي ٿو. جاني ۽ مالي قرباني جي عيوض الله تعالىٰ ايمان وارن سان جنت جو واعدو ڪيو آهي.

قرباني ۾ نيت خالص هجڻ ضروري آهي الله تعالىٰ جي رضا ڪانسواءِ ٻي ڪا نيت نہ هئڻ گهرجي. نيت جو تعلق انسان جي دل سان هوندو آهي. نيت چئبو ئي دل جي ارادي کي آهي.

حضور قبلہ عالم **محبوب سجڻ سائين** مدظلہ العالي فرمائينداآهن تہ دليون درست ڪريو ۽ نيتون درست ڪيو. دليون الله جي ذڪر ڪرڻ سان صاف ۽ صحيح ٿينديون آهن جنهن جي حضرت سجڻ سائين مدظلہ العالي جن هر پروگرام ۾ تلقين فرمائيندا رهندا آهن، الله جي ذڪر ڪرڻ سان دلين ۾ خدا جو خوف ۽ قلبي سڪون حاصل ٿيندو آهي. مال ۽ اولاد مان بہ تسڪين حاصل ٿيندي آهي.

اڪثر ماڻهو مال جي فراواني ۽ آرائش زندگي جي هر سهولت هوندي پريشان نظر ايندا آهن، ان جو سبب صرف خدا جي ذڪر کان غفلت ئي آهي. اها سڪونِ دل واري دولت الله جي پيارن، صالح ٻانهن، بزرگن جي صحبت سان ئي ملندي آهي، جن جو ڏس ڏيندي ڀٽائي گهوٽ عليہ الرحمة فرمايو آهي.

## ويٺي جنين وٽ ڏکندو ڏور ٿئي
## تن! تنين سين گڏ، اوڏا اڏي پکڙا

الله ۽ ان جي رسول مقبول ﷺ جن جي نافرمانين ۽ گناهن جي ڪري جيڪي دليون زنگ آلوده ۽ مرده ٿي وينديون آهن اهي اولياءَ ڪرام جي صحبت ۾ ويهڻ سان، سندن جي نوراني نظر ۽ فيض جي اثر سان صاف ۽ زنده ٿي وينديون آهن. اگرچہ هر دور ۾ صالح ٻانهن جي ڪا ڪمي ڪانہ هوندي آهي مگر انهن ۾ وري هڪڙا مصلح هوندا آهن.

راقم الحروف موجوده دور ۾ يڪتاء دهر مشهور و معروف صاحب الفيض بزرگ عالم بي بدل حضرت مولانا محمد طاهر المعروف **سچڻ سائين** مدظلہ العالي (سجاده نشين درگاهہ الله آباد شريف) جن جو ڏس ڏيندي، دعوت عرض ٿو ڪري تہ سندن جي صحبت بابرڪت ۾ ويهي دارين جي سعادت حاصل ڪريو.

## ويهہ وڃي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾
## ميٺي انگ اڳيون، واريو پيو لکن
## پنوسو پاڙهين، جنهن سان پسڻ پرينءَ جو.

### خوشبو

جيڪا خوشبو انسان جي ڪردار ۽ اخلاق ۾ آهي سا ڪنهن بہ عطر ۾ ناهي، گل ۽ عطر جي خوشبو وقت سان ختم ٿي ويندي آهي، پر ڪردار ۽ اخلاق جي خوشبو هميشہ زنده رهندي آهي.

**چونڊ: اختر خاصخيلي /نوابشاهہ**

عيد مبارڪ جي موقعي تي....

# قبولي شال ڏٺي!

فضل الرحمٰن گبول طاهري

**روزو** تو بہ رکيو، مون بہ رکيو، مدرسہ ۾ مسجد واري ملا ۽ مولوي بہ رکيو تہ فقيرپور (درگاھہ شريف) جي فقيرن، موري جي مالدارن ۽ نوشهرو جي نوابن بہ رکيا، پر خبر نہ آهي روزو قبول ڪنهن جو پيو؟ روزي جو اصل مقصد تقويٰ، پرهيزگاري، خدا جو قرب ڪنهن کي حاصل ٿيو ۽ ڪنهن کي نہ؟

اها خبر تہ خالق مالڪ مولٰي سائين کي ئي آهي. البتہ ان جا اهڃاڻ ۽ علامتون جيڪي قرآن ۽ سنة ۾ بيان ٿيل آهن، انهن جي آڌار تي هر ڪو پنهنجي روزي، نماز کي پرکي، پروڙي سگهي ٿو تہ آيا منهنجو اهو عمل مولا سائين وٽ قبول ٿيڻ جوڳو آهي بہ يا نہ؟؟

الله سائين تہ روزي جو مقصد تقويٰ پرهيزگاري بيان ڪئي آهي، حديث شريف روزيدار جي لاءِ فحش ڪلام، گلا غيبت، ڪوڙ، نڱي وغيره کان بچڻ کي لازمي قرار ڏنو آهي نہ فقط ايترو پر فرمايو ويو تہ جيڪو نامناسب قول فعل کان رڪجڻ بغير فقط ڪاڌو پيتو ڇڏي ٿو ڏئي تہ الله تعالىٰ کي ان جي اڃ بک جي ڪا پرواھہ نہ آهي، مطلب تہ اهو روزو قبوليت جوڳو نہ آهي.

اهڙي نموني عيد بہ تو اسان وانگي روزيدارن توڙي بي روزائتن سيني ملهائي، ڪپڙا لٽا نوان پائي عيدگاھہ يا جامع مسجد ۾ عيد نماز پڙهي، دوستن، يارن سان عيد مبارڪ جي ڏي وٺ بہ

ڪئي ۽ ائين ڪرڻ بہ گھرجي.

الله سائين جي دعوت جو خاص ڏينهن آهي ان ڏينهن تہ وس آهر سنو ڪاڏو ڪائڻ ۽ ڪارائڻ سڀ ثواب ۾ شمار ٿين ٿا. پر حقيقت آهي تہ عيد بہ انهن جي جن جا روزا رب پاڪ وٽ قبول پيا يا گهٽ ۾ گهٽ جن روزي جي آداب جو پورو پورو لحاظ رکيو. عرب سڳورن جي چواڻي:

لَيسَ العِيدُ لِمَن لَبِسَ الجَدِيدَ

اِنَّمَا العِيدُ لِمَن لَقِيَ الحَبِيبَ

يعني عيد نَوَن ڪپڙن پائڻ جو نالو ناهي، اصل عيد تہ محبوب جي ملاقات ئي آهي. رمضان شريف جي 29هين روزي تي هڪ مست فقير کان ڪنهن پڇيو : "فقير! عيد ڪڏهن؟"

پڇندڙ جو خيال هيو تہ فقير جواب ۾ چوندو تہ سڀاڻي يا ٻئي ڏينهن، پر فقير بہ ڪو فقير هيو، در در جو سوالي نہ پر حقيقي داتا جي در جو دربان ۽ سوالي هيو، موٽ ۾ چيائين: "ادا يار ملي جڏهن"..... وري ان پڇيو يار ملي ڪڏهن؟ بزرگ چيو: "نفس مري جڏهن"...... برابر عيد تہ يار جي ملاقات سان آهي... محبوب جي ملاقات نہ ٿئي تہ ڏونگر ڏورڻ ئي اجايو....

خواجہ خواجگان حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة فرمائيندا هيا ڪوڙ ساريون سرتيون سهيليون گڏجي مَٿَ دلا مٿي تي کڻي پري کان پاڻي پرڻ ويون، ڪن جا دلا ويندي ڀڄي پيا تہ ڪن جا پرڻ وقت پورا ٿي ويا ڪي ويچاريون تہ پاڻي ڀري موٽيون رستي تي ٿاٻڙجي ڪري پيون تن جا ڀريل دلا بہ هارجي پيا، ڪي ٿورڙيون

ياڳ پريون صحيح سلامت دلا پري گهر پهتيون،

پوءِ پاڻ فرمائيندا هيا: *پريا اُسدا جاڻي جِسدا تـوڙ چـڙهـي،* هي دلا پريل فقط انهن جا چٽبا جن پري گهر آندا. هاڻي تون اسان بہ پنهنجي من واري مفتي کان پڇي ڏسون تہ اسان روزي جو مقصد ماڻيو! عيد ملهائڻ جا حقدار آهيون؟ يا روزو بہ رسمي رکيوسين ۽ عيد بہ رسم رواج واري ملهائي سين؟؟

برابر اوهان پلا ۽ پلارا آهيو پر سچ پچ تہ منهنجي من وارو مفتي مون کي ملامت ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ: اي چريا! منزل اجا گهڻو اڳتي آ،موج مستيون پڇي، سڄڻن جي ڏسيل سڌي واٽ سان هلي.... محبوب سان ملاقاتي ٿي.....!

## قبولِ اسلام

7 مئي 2016ع تي جماعت اصلاح المسلمين ضلع ملير جي سرگرم اڳواڻ ۽ جامع مسجد الفلاح ٽرسٽ (رجسٽرڊ) گبول اسٽاپ گڏاپ روڊ جي خطيب حضرت الحاج خليفہ محمد رمضان گبول طاهري جي هٿن تي (ٽنڊوباگو ضلع بدين حال رهندڙ ميمڻ ڳوٺ ضلع ملير) جي هڪ هندو خاندان بخوشي رضا مشرف بہ اسلام ٿيو. جن جا اڳوڻا ۽ اسلامي نالا هي آهن:

**چيتن. (عطامحمد)، مومل (عائشہ)، شاهدان (زينب)**

واضح رهي تہ ان کان اڳ بہ حاجي صاحب موصوف جي هٿن تي تقريبًا 2 درجن ماڻهو ڪفر ۽ شرڪ کان توبہ تائب ٿي مشرف بہ اسلام ٿي چڪا آهن. الله تعاليٰ حاجي صاحب موصوف جي مساعي جميلہ کي قبول فرمائي ۽ مذڪوره نَوَن مسلمانن کي دين برحق تي استقامت نصيب فرمائي. (آمين)

1

سارو ڻيون

1969-2012

# خليفه مولانا محمد موسيٰ قمبراڻي طاهري رح

تحرير: محمد عيسيٰ ڪٽي طاهري

**هن** دنيا ۾ ڪي ماڻهو اهڙا ٿي گذرندا آهن، جن جي ظاهري وفات کانپوءِ سندن جون ڪيل خدمتون ۽ يادگيريون دل ۾ گهر ڪري ونديون آهن، اهڙن ئي املهه انسانن ۾ خليفه محمد موسيٰ قمبراڻي طاهري به شامل آهي، جنهن جو 1969ع ڌاري ٽنڊو محمد خان ويجهو ملاڪاتيار ڪان ٿي ڪلوميٽر پري ڏيهه شريف ڳوٺ احمد بلاولي ۾ جنم ٿيو. (مرحوم) خليفه محمد علي بوزدار رحمة الله عليه جن جي تبليغ ۽ ڪوشش سان پاڻ سلسله عاليه نقشبنديه بخشيه ۾ قدم رکيائون، ان کان اڳ پاڻ ملهه راند جا وڏا شوقين هوندا هيا. حاجي محمد علي بوزدارطاهري رح کيس ديني تعليم قرآن مجيد جي سکيا لاءِ ٽنڊوالهيار جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو، جتي ٽن مهينن جي عرصي ۾ ناظره تعليم مڪمل ڪري ورتائون، جنهن بعد درگاهه الله آباد شريف جي ديني مدرسي ۾ درس نظامي ۾ داخلا ورتائون، جتي درس نظامي جي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد کين اتي ئي دستاربندي جي سعادت حاصل ٿي.

خليفه محمد موسيٰ قمبراڻي جي مرشدن سان حقيقي محبت ۽ صحبت جو اهو اثر ٿيو جو پاڻ پنهنجي فرزندن، رشتيدارن کي درگاهه شريف ۽ ٽنڊوالهيار وارن مرڪزن تي

وٺي ايندا هئا ۽ انهن کي ديني تعليم ۽ مرشدن سان محبت ۽ نسبت قائم ڪرڻ جو درس ڏنو. درگاهه الله آباد شريف جي جامعہ عربيہ غفاريہ مان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد پاڻ ٽنڊوالهيار جي ديني مدرسي ۾ مدرس جا فرائض سرانجام ڏنائون. ۽ ان سان گڏوگڏ مسجد ۾ امامت جا فرائض پڻ سرانجام ڏيندا رهيا. 22 سال ٽنڊوالهيار ۾ خدمتون ڏيڻ ڪانپوءِ جامع محمدي مسجد ٽنڊوالهيار ۾ پيش امام جا فرائض سرانجام ڏنا. ان دوران پاڻ ڳوٺ ۾ ديني مدرسو بہ قائم ڪيائون، جتي روزانو فجر نماز بعد ڳوٺ جي ٻارڙن کي ديني تعليم جو سبق ڏيندا هئا.

سندن جون جماعت جي تبليغ ۽ اشاعت واسطي ڪيل خدمتون ڪنهن کان ڳجهيون ناهن، پاڻ تنظيمي عهدي تي رهڻ ۽ بغير عهدي جي بہ تبليغي ڪم ڪري ڏيکاريون، سندس زبان ۾ مٺاس هوندي هئي، ڪلمڪ ۽ هر ڪنهن سان سٺي اخلاق سان پيش ايندڙ محمد موسىٰ قمبراڻي ٽوڙي جو هو اسان کان ظاهري جدا آهي پر سندس جون يادون اڄ بہ تازه آهن.

پاڻ جماعت اصلاح المسلمين ۽ جمعيت علماءِ طاهريہ ضلع ٽنڊومحمد خان جي صدرجي حيثيت سان پڻ ڪم ڪيائون ۽ هميشہ تبليغ جو شوق ۽ جذبو رکندا هئا. 2009ع ۾ حضور قبلہ عالم سيدي و مرشدي حضور **سڄڻ سائين** مدظلہ العالي جن کيس خلافت سان نوازيو. پاڻ 7 سال جامع محمدي مسجد ٽنڊومحمد خان ۾ خطيب پڻ رهيا. ان دوران سندس طبعيت ناساز ٿي پئي، هو 2 مئي 2012ع اربع ڏينهن پنهنجي حقيقي مالڪ سان وڃي مليا.

انا لله وانا اليہ راجعون

2

# محسن اعظم سهڻا سائين اهل الله نور الله مرقده

## قسط چوٿين

ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا ”بيدار طاهري“

**ڪڏهن** ڪڏهن تقرير وچ ۾ مزيدار ٽوٽڪا ۽ لطيفا به ٻڌائيندا هئا ته ڪجهه دوزخ جو دهمان گهٽجي،، متان هتي ئي هيانوَ ڦِسي نه پون، ڪجهه ڪڙڪو ته ڪجهه چسڪو به ضروري آهي. واه واه سهڻا سائين

*جسے میں بھولنا چاہوں*

*وہ اکثر یاد آتے ہیں*

سڄو لوڪ غفلت واري ننڊ سمهي رهي پر پاڻ جاڳي، روئي روئي امتِ محمديءَ لاءِ خدا جي در ٻاڏائيندا هئا: اي قادر، اي ڪريم، تون رحيم آن تون غفور آن، رسول الله ﷺ جي اُمت جي پارت اٿئي انهن کي هدايت ڏي، صراطِ مستقيم نصيب فرماءِ، نفس شيطان جي چنبي کان بچاءِ وغيره. پاڻ فرمائيندا هئا: اي مسلمانو! توهان کي ڇا ٿيو آهي؟ توهان پاڻ ته گناهن ۾ غرق ٿي پنهنجو ٻيڙو ٻوڙيو، پر غير مسلمن جون مسلمان ٿيڻ جون راهون به بند ڪري ڇڏيو، توهان جي بُرن ڪمن جي ڪري، اُهي غير مسلم دينِ اسلام کان باغي ۽ متنفر ٿي ويا آهن..

پاڻ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن اسان اسلام کي، جيئن جو تيئن هيانوَ سان هنڊايون، ان تي عمل ڪريون، پنهنجا

اخلاق ۽ پنهنجو ڪردار درست ڪيون تہ هن تبليغ جي ضرورت ئي ڪا نہ پوي، اسان جي صحيح صحيح مسلمان ٿي پوڻ تي جيڪر غير مسلم خود بخود اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي پون. افسوس صد افسوس! پاڻ ڪنهن مفڪر جي ڳالهہ ٻڌائيندا هئا تہ ان ڪنهن جاءِ تي لکيو آهي تہ مون سيئي مذهب پڙهيا آهن، سيني مذهبن کان وڌيڪ فطرت تي آيل سهڻو، سنو، بهترين ۽ حقيقت تي مبني مذهب صرف اسلام ئي آهي پر چڱو ٿيو جو مان ڪنهن مسلمان جي گهر ۾ پئدا نہ ٿيس يعني سائين جن فرمائيندا هئا تہ اسان جي بُرن عملن جي ڪري هن پويون جملو استعمال ڪيو.

حضور قبلہ عالم جن، شروعات ۾ محبت ۽ محنت، جيڪا حضور پير قريشي عليہ الرحمة کان وٺي ڪئي اٿائون، ان کان پوءِ جيڪا خدمت ڪوشش، ادب، عبادت، رياضت ۽ غلامي حضور پير مٺا سائين عليہ الرحمة جن جي ڪيائون، ان جو مثال ئي ڪونهي، ڪيئي دفتر لکيا وڃن پر پورا نہ پوندا. هر الله جو ولي حڪمِ خداونديءَ جو تابع هوندو آهي بيشڪ حق ۽ سچ آهي پر حضور پير مٺا عليہ الرحمة جي خدمت، لنگر جي ڪم ڪار ۽ جماعت جي خيرخواهي، تبليغ وغيره ايڏي محنت جانفشانيءَ سان ڪئي جو حضور سهڻا سائين رحمة الله عليہ، پير مٺا سائين رحمة الله عليہ جي اکڙين جو تارو بنجي ويا،

فرمائيندا هئا: سون جي ماڙي هجي، شيشي جون دريون هجن سهڻا سائين عليہ الرحمة کي ان ماڙي ۾

ويهاري، ويهي ان جي زيارت ڪريان. پير مٺا عليه الرحمة فرمائيندا هئا توهان سهڻا سائين عليه الرحمة کان ذڪر ورتو، يا وري ڪڏهن ڪڏهن پنجاب مان جماعت ۾ مٺ مائٹ تنگ ڪندا هئا تہ هاڻي سنڌ ۾ گهڻو تبليغ جو ڪم ٿيو آهي پنجاب هلو اتي هلي رهو اتي ئي سدائين جو مسڪن ناهي، اڳتي دينِ اسلام جو ڪم ڪريو. پاڻ حضور پير مٺا عليه الرحمة فرمائيندا هئا تہ مان ڇا ڪيان سهڻا سائين عليه الرحمة اجازت ئي نہ ٿا ڏين، انهن کان اجازت ورتو تہ هلون.

پير بہ ڪڏهن ڪنهن ڪم لاءِ مريد کان اجازت گهري آهي! اهو پيار هيو سهڻا سائين عليہ الرحمة سان اها محبت هئي محبوب سهڻا سائين جي جنهن سڀ ڪم ٿي ڪرايا، سندن تن، من، ڌن، گهر ٻار، مال دولت پنهنجي پير تي قربان هو،

اهڙي دل لاتئون ايڏي اطاعت ڪيائون، ايڏو ادب ڪيائون، ايڏي محبت سان دل زنده ڪيائون، ايڏي رتبي تي پهتا جو حضور پير مٺا عليه الرحمة فرمائيندا هئا تہ قيامت ڏينهن الله تعالىٰ فرمائيندو تہ توهان اسان لاءِ ڇا آندو آهي؟ اسان حضور سهڻا سائين عليه الرحمة جن جو هٿ وٺي عرض ڪنداسين تہ هي نيڪ بخت، املهہ ماڻڪ موتي اسان آندو آهي،

سبحان الله ! ڇا محبت جو مقام آهي ڪيتري تہ فنائيت ڪيڏي پنهنجائپ آ ڪيڏو قدر آ.

محمود ۽ اياز وارو قصو هو حضور پير مٺا سائين عليه الرحمة ۽ حضور سهڻا سائين عليه الرحمة جو.

حضور پير مٺا عليه الرحمة جي هر سڏ تي لبيڪ، هر حڪم تي آمين، هر ادا تي فدا، هر ڪم جي اڳواٽي ۽ نگراني ۾ پيش پيش، مسجد شريف جوڪم سندن مٿان ڪانيون ڪليون ڪچي مان وڍرائي ڍير ڪرائي ڇڏيندا هئا، جماعت جي هر ماڻهوءَ تي نظر ايترن ڪمن هوندي به تبليغ ڪرڻ ۾ پوئتي نه پوندا هئا.

سيني خليفن ڪان وڌيڪ تبليغ ڪندا هئا ڪنهن به نموني درگاهه رحمت پور لاڙڪاڻو جو ڪم پورو ڪندا هئا پر پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ لنگر جي ڪنهن به شيءِ ڪي استعمال نه ڪندا هئا. مطلب ته اهڙو عشق لاٽئون جو ڪاٺو ئي ڪونهي بقول شاهه صاحب عليه الرحمة:

**عشق ناهي راند جو کيڏيندا ٻيرو**

**پسي نيزي پاند، اچل ته اڌ ٿئي**

عاجر ته بيڪار ماڻهو آ، سيرت ولي ڪامل پڙهڻ سان ئي صحيح رهنمائي ٿيندي، عاجز ۾ طاقت ناهي جو درياهه ڪونري ۾ بند ڪري، هتي ڪجهه ڪرامات ۽ واقعات تحرير ڪيان ٿو. (الاصلاح جي ايندڙ شماري ۾ پڙهڻ نه وساريندا.

**(هلندڙ)**

4

# دل جي آئيني ۾ آ تصوير يار جي

فقير محمد حسن اوٺو طاهري نوابشاهه

**حضور** قبلہ عالم قلبي و روحي فداہ، سيدي و مرشدي سجڻ سائين مدظلہ العالي جن 12 جون 2016ع بروز آچر بعد نماز عصر ماهوار پروگرام درگاهه شريف تي سندن خدمتِ اقدس ۾ آيل هزارين مريدن ۽ عقيدتمند عاشقن کي پنهنجي ديدار پُرانوار سان نوازي رهيا هئا، موقع، محل، حالات ۽ هر روحاني مريض جي ضرورت مطابق سندن مرض جي تشخيص ڪندي ان جو علاج تجويز فرمائي رهيا هئا، هر ڪنهن پنهنجي حال آهر، پنهنجي ضرورت وارا نسخا ۽ علاج نوٽ ڪندي دل وارن ڪنن سان ٻُڌي پنهنجي پنهنجي من ۾ هنڊائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي هوندي.

حضور سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي نوراني ۽ خصوصي خطاب جو گهڻو حصو اردو زبان تي مشتمل هيو، جنهن مان هن ماديت پرست ۽ جدت پسندن ڪي حقيقي ڪاميابي واري آسان طريقي ”تصورِ شيخ“جي نسخي کي هن شعر ۾ ادا ڪندي فرمايو:

دل کے آئینہ میں ہے تصویر یار کی

جب ذرا گردن جھکالی دیکھ لی

هي سندن جو سهڻو سخن رڳو هڪ شعر نہ ھر عاشق صادق، راهِ حق جي متلاشي، محبوب مرشدن ڪريمن، پير ڪامل ڪان فيض حاصل ڪرڻ جو صحيح رستو ٻڌائي، اسان جي ذاتي ارادن کي نوڪر هٽندي هوشيار ۽ بيدار ڪري، راهِ راست تي آڻڻ جي پوري ڪوشش ڪرڻ فرمائي آهي. حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن اڪثر فرمائيندا هئا تہ خلفاء ڪرام ٻيون تہ وڏيون تقريرون ڪن ٿا مگر اصل طريقت جي آدابن ڪان دوستن ڪي واقف ڪو نہ ٿا ڪن، الحمدلله! حضرت سجڻ سائين مدظلہ جن هن ڪمي کي پوري ڪرڻ جي هر وقت ڪوشش ڪئي آهي.تمام صاحبِ طريقت وٽ تصورِ شيخ کي وڏي اهميت آهي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمة جن تہ هي فرمائي ڇڏيو :

**اکين ۾ ٿي ويهہ، تہ آئون واري ڇپر ڍڪيان**
**توکي ڏسي نہ ڏيهہ، آئون ڏسان ڪين ٻيو**

تصورِ شيخ، دل جي رابطي کي ئي چئجي ٿو ۽ هي اهو چشمو (عينڪ) آهي جنهن سان نورِ حق نظر ايندو آهي. اهل الله جو خصوصًا اسان جي پيران ڪبار جي طريقي جو دارومدار ئي تقوىٰ ۽ پرهيزگاري تي آهي. حضرت سجڻ سائين مدظلہ اڪثر فرمائيندا آهن تہ اسان کي پنهنجي پير جو طريقو پيارو آهي. پنهنجي پير جو طريقو ئي شريعت، طريقت ۽ آداب جي تعليم ٿو ڏئي. واصل الىٰ الله اهو ٿيندو آهي جيڪو ادب سان داخل ٿيندو آهي. بي ادب تہ خدا جي فضل ڪان ئي محروم ٿي ويندو آهي. شال رب العزت اسان کي ادب ۽ اطاعتِ جي توفيق عنايت فرمائي. (آمين ثم آمين)




*قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي "نياڻين جي تعليم ڇو ضروري آهي؟" قلم ڪٺو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نه ڪئي ويندي، اداري جو مراسله نگار سان متفق هجڻ ضروري نه آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 25 هين آگسٽ 2016ع آهي.*

## احساس ئي سڀ ڪجهه سيکاري ٿو

### عبدالڪريم آلڪاٽي /ٽنڊوغلام حيدر

عنوان تي ڪجهه سٽون لکڻ کان اڳ محبوب ڪريم ﷺ جن جي سيرت مبارڪ تي نظر وجهنداسين ته خبر پوي ٿي ته ڪيڏي نه ضروري اهم صفت احساس آهي. احساس اخلاق صالحين منجهان آهي ۽ پسنديده صفت آهي ان سبب سان دل ۾ بغض، ڪينو ناهي رهندو ۽ دل جي صفائي ٿيندي آهي ۽ انسانن سان معاشري ۾ تعلقات خوشگوار ٿيندا آهن ۽ باهمي زندگي محبت ۽ همدردي پيدا ٿيندي آهي سيني کان زياده احساس مند حضور ﷺ جن جي ذات آهي ايتري قدر پاڻ ﷺ جن احساس ڪندڙ هئا جو انسانن تي ته احساس ڪندا هئا پر حيوانن، جانورن جي مٿان به احساس ڪندا هئا ۽ ٻين کي به حڪم ڪندا هئا. اهڙي طرح حضور ﷺ جن هڪ رات مدينه جي پاڪ گهٽين مان گذري رهيا هئا هڪ گهر مان روئڻ جو آواز اچي رهيو هو پاڻ ﷺ جن دروازو کڙڪايو ۽ غلام روئندي نڪري آيو پاڻ ﷺ جن روئڻ جو سبب معلوم ڪيو ته ان عرض ڪيو ته مان هڪ غيرمسلم بي رحم مالڪ جو غلام آهيان، جيڪو مون کان پورو ڏينهن

مال (ٻڪريون) چارائيندو آهي ۽ رات جو مون کان جنڊ تي اٽي جو ڪٽو پيسائيندو آهي هونئن ته اهو سمورو ڪم مان سرانجام ڏئي رهيو آهيان پر اڄ مون کي بخار آهي جنهن ڪري مون مالڪ کي چيو ته اڄ مونکي بخار آهي پر مالڪ هڪ به نه ٿو ٻڌي، ويتر مون کي دڙڪا ڏئي رهيو آهي، ان ڪري روئي رهيو آهيان پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايس تنهنجو مالڪ غيرمسلم آهي شايد اسان جو چوڻ نه مڃي، ان ڪري آئون تنهنجي هن طرح مدد ڪري سگهان ٿو تون آرام ڪر ۽ آئون تنهنجي جاءِ تي تنهنجا ڪم سرانجام ڏيان ٿو، حضور اڪرم ﷺ جن ان غلام جي جاءِ تي پنهنجي يدالله وارن پاڪ هٿن سان جنڊ پيا هلائين، هڪ غيرمسلم اهو به غلام جنهن جو ان وقت جي معاشري ۾ ڪو به مقام ناهي، سبحان الله سبحان الله ڇا ته حضور اڪرم ﷺ جن جو احساس هيو، بهرڪيف پاڻ ڪريم ﷺ ڪم مڪمل ڪري هليا ويا، ٻي رات به اهو روئڻ جو آواز وري ساڳي طرح ان غلام جي پاڻ ڪريم ﷺ جن مدد ڪئي، ٽين رات به ائين ئي ٿيو، بعد ۾ غلام پڇا ڪئي ته اوهان ڪير آهيو جو منهنجي لاءِ ايتري تڪليف ڪئي آهي؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو احساس ڪندڙن تي الله تعالىٰ احساس ڪندو آهي توهان زمين وارن تي احساس ڪيو آسمان وارو توهان تي (احساس) رحم فرمائيندو، اهو غلام يڪدم ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويو (نزهة المجالس)

اهو آهي احساس جو قل، جيڪو به شخص ان نبي ﷺ جن جي دين تي ايندو ويو ان جي اندر احساس وارو ضمير جاڳندو ويو، اسان کي گهرجي ته پنهنجي اندر ۾ احساس جو جذبو جاڳايون، هر هڪ انسان جي همدردي، ان جو قدر ڪريون.

# احساس جو ضروري آهي؟

مولوي ثناءُ الله طاهري (مٽياري)

اڄ اسان مسلمان هوندي بہ احساس جو جذبو ختم ڪري وينا آهيون، اهو ئي سبب آهي جو اسان تعليمات نبوي کي وساري ڇڏيوآهي اسان کي پاڙيواري، ڪنهن انسان جو ڪو بہ قدر ڪونهي، صرف پنهنجو اونو ۽ فڪر هر وقت رهندو آهي.روايت ۾ اچي ٿو تہ اهو شخص الله تعالیٰ کي سيني کان زياده محبوب آهي جيڪو ان جي عيال جي لاءِ سڀ کان زياده نفعي مند آهي. جنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ٻئي ڪنهن جي تڪليف، ڏک جو اظهار ڪرڻ ۽ ٻئي ڪنهن جي لاءِ احساس ڪرڻ هڪ سنو عمل آهي. پر الله تعالیٰ کي سڀ کان اهو محبوب آهي جيڪو مخلوق جي ڀلائي جي سوچ ۽ فڪر رکي ٿو.صوفياءِ ڪرام پنهنجي دل ۾ سموري مخلوق سان همدردي ۽ احساس جو جذبو رکندا آهن.حضور قبلہ عالم **محبوب سڄڻ سائين** مدظلہ العالي ڪتاب جلوه گاه دوست ۾ لکن ٿا تہ مولانا محمد حسن اونو صاحب چوندا آهن تہ هڪ دفعي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ گهروارن جي علاج جي سلسلي ۾ تشريف فرما ٿيا تقريبًا پاڻ 10 ڏينهن قيام فرمايائون روزانو عصر نماز کان بعد حضرت صاحب تفريح جي لاءِ قاضي احمد موڙ کان گورنمينٽ ڪاليج روڊ تي واڪ ڪندا هئا. ڪاليج جي سامهون فوٽ پاٿ تي ٿوري دير ويهندا هئا جڏهن پاڻ اٿندا هئا تہ هن عاجز (مولانا محمد حسن اونو) کي فرمائيندا هئا تہ ڏسو ڪپڙن تي ڪا ڪول، ماڪوڙي وغيره تہ ناهي، هي عاجز ڏسندو هو اگر ڪا ماڪوڙي، ڪولِ وغيره هوندي هئي تہ ان کي چنبڙي واپس ٿيندي هئا. جيڪڏهن ڪجهہ فاصلي طئي ٿيڻ کان بعد ۾ ڪا ڪولِ وغيره نظر ايندي هئي تہ پاڻ ان کي ڇڏڻ لاءِ ان جاءِ تي واپس ايندا هئا.

# اصلاحي گلدستو

محمد هاشم گبول طاهري

ڌيان ڪري دل سان ٻُڌو جيڪي ڳالهيون ڪيان ٻه چار
هر ڪو اهو اڄ غور ڪري ته منهنجو ڪهڙو آ ڪردار
ڪيئن ٿو گذري سندس زندگيءَ جو هر وارُ
ڇا راضي رب ۽ رسول (ﷺ) کي ڪيو آهي يار
جيڪو مقصد آ حياتيءَ جو ملي جنهن جي ڪاڻ ڄمار
پر جاڏي ڪٿي ٻه نِهار ته قصو آهي ابتو گهٽو

قصو آهي ابتو گهٽو ڪٿي جاڏي ٻه نِهار
گلا، چغلي، ڪوڙ جا گهڻا ٿيا هِن ٺيڪيدار
جوا، رشوت، وياج جي گرم آ بازار
پيڻ، امڙ، ماسيءَ جي نالي سان ڏين گار
رڳو رسمن ۽ رواجن ۾ ٿي ويا گرفتار
خوشامد ۽ رياءَ ۾ ڪندا خرچ هزار
نه راهِ خدا نه راهِ رسول ڏيندا هڪ دينار
جي ڪندا مهر ڪنهن مسڪين تي نه ڳائيندا بار بار
بس هر ڪو پنهنجي مفاد لئه پيو تڙپي تار و تار
ائين پيو لڳي جو ڄاڻو جن آهن جڻ شيطان جا ڪمدار
جي وڏڙن جو هي حال آ ته ڇا سڪندا صغيرَ ٻار
ڪٿان سڪندا حياء، ادب آهيون جنهن جا طلبگار
جهڙي صحبت تهڙو اثر تهڙا ٿيندن پرڪار
پوءِ گهر توڙي معاشري لاءِ ٿيندا سي آزار
ٻار نه ٿيا معصوم پر ٿيندا والدين گنهگار
هاڻي ادا هرويرو ڏي قسمت کي نه مَيار
جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي مشهور آ گفتار
رڳو پنهنجي چال سُڌار ته ساٿي ٿيئي رحمت رب جي

ٿيئي ساٿي رحمت رب جي ميان پنهنجي چال سُڌار
پنج ئي وقت نماز پڙهي کر ذکر جي پو تنوار
دل هجئي پنهنجي يارَ ڏي کر هٿن سان ڪم ڪار
پنهنجن ڏوهن، خطائن لئه کر هردم استغفار
قلب جي صفائي لاءِ رو ڏٽي در زارو زار
نيرَ اکين جا دل صاف ڪن پو دل ڪري چمڪار
نه چِڪ سگريٽ نه پي ٻيڙي نه هڻ وات ۾ نسوار
بس آجو ٿي هر شيءِ کان نه ته ٿيندئي صحت فرار
پو درود پڙهي نبي پاڪ تي پنهنجي اندر کي اجار
ڪلمي شريف جي ورد سان وٺ صبح شام قرار
والدين جو ادب ڪيو معصوم ٻچن سان پيار
پاڙيوارن، غريبن جي پيا هردم لهو سار
هر مشڪل يا تڪليف ۾ ٿيو سندن مددگار
بغض، عداوت، نفرت کان بلڪل ٿيو بيزار
جهيڙي، ڦڏي، فساد کان ٿي وڃو صفا ڌار
خالق جي مخلوق سان ڪيو محبت جو واپار
جيئن راضي ٿئي رسول رب جو مديني جو سردار
مدنيءَ جي رضا ۾ آهي راضي رب غفّار
اجا به مڙي موٽ جي آهين حسينڻ جو حبدار
سهٽي عليءَ جي عشق سان کر سيني کي سرشار
اهل بيت جي محبت واري ٻيڙي ۾ ٿي سوار
هن محبت واري دولت سان پهچي ويندين پار
ٿي سچو تابعدار جي آهين عاشق مدني گهوٽ جو..
جي آهين عاشق عربيءَ گهوٽ جو ٿي سچو تابعدار
نفس ۽ شيطان لئه کڻ هو هو جي تلوار
تن جي اڳيان پلجي ڪڏهن هرگز نه همت هار
وري به سک سان صالحن جي صحبت کر اختيار
ڏسندين پوءِ زندگيءَ ۾ نيڪ بختيءَ جا آثار
ڪنهن به نيڪي ڪرڻ کان ڪندين ڪڏهن نه عارُ
جو نيڪي ڪرڻ کان ڪاهلي ڪري تنهن جي دل آ بيمار

بس والدين جي صحبت کان سواءِ زندگي آ بيڪار
چيا سھڻي پٽائيءَ پيي ھن موضوع تي اشعار
ته صحبت صالحن جي آھي اندر جو اوجار
من کي مليو صاف ڪن جيئن لاھي ڪٽ ڪلعي دار
تن سڄڻ وٽ سپ ڄمار گولو ٿي ته گذارجي

گولو ٿي تون گذار تن سڄڻ وٽ سپ ڄمار
جيڪي رب ۽ رسول جي دين جي ڪن پرچار
نه ھجين لالچ دنيا جي نه اھڙي ڪن پچار
پو تربيت ڪر ٻچن جي ھي آھي توتي بار
سين کي ماني کائڻ لئه ھڪ تڏي تي ويھار
تن کي سنت مطابق کائڻ پيئڻ جا ادب سيکار
ٻچن جي زندگي امانت ٿئي ڪجھه سوچي ٿي ھوشيار
ٿيندو جنھن جو پڇاڻو تو کان ڪَيئي کھڙو جواب تيار
بس ٻچڙن کي تعليم ڏئي تن جي مستقبل کي سنوار
ھڪ ٻچي کي ھڪ نه سمجھه ھي ٿيندو ڏڻ جو ڏنار
جي سڌريو ھڪ فرد گھر جو ٿيندو گھر سڄو گلزار
ھوندن سدائين رب جي رحمت جي وسڪار
ذڪر تلاوت بندگيءَ ھجي جن ھٿيار
تن کي ڏکن، غمن کان کندو آجو رب ستار
تن عاشقن سان آ محبت کندو آ خود پالڻھار
تن جون دعائون مقبول سدائين منجھه مالک جي دربار
انشاءَ الله خوابن ۾ کندا مدنيءَ جا ديدار
مَنۡ لَهُ الۡمَولیٰ فَلَهُ الۡکُل چيو آھي مدني مختيار
اوھان جي خدمت عرض ڪري ٿو اوھان جو خدمتگار
غريب، امير، پير، فقير ٿيندا اجل جو ته شڪار
جي پنھنجي زندگي کي ڏسڻ چاھيو ٿا باغ بھار
ته پوءِ دين ايمان اسلام لئه پنھنجو تن من وار
" محمد ھاشم ڳبول" آ دعائن لئه عرض گذار
ٿيندا ٻيڙا پار مدنيءَ جي ته نگاھن سان

# منقبت شريف

شاعر: محمدبخش مدھوش طاھري

ٿلھ: اعليٰ ڪيو رب شان آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو
ڏِسي فيض سڀ حيران آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو

1: پياري خدا جو پيار ٿي، راضي نبي ننگدار ٿي
مالڪ وڏايو مانُ آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو

2: جنھن بہ ڪيو ديدار آ، ائين ان ڇيو دلدار آ
مَٽ ٻيو ھِتي ڪو ڪانہ آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو

3: آيو تو وٽ جيڪو ھلي، ھر گنج ويو تن ڪي ملي
ڏسي قرب ٿيو دربان آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو

4: سڀ ڪي سدا ڏين ٿو پيو خوفِ خدا ڏين ٿو پيو
ڪيو پيا ذڪر اعلان آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو

5: "مدھوش" ڇا ڄاڻي سچڻ صدقي تنھنجي ھاڻي سچڻ
مولا ڪيو مدح خوانُ آ، سھڻا سچڻ سائين تنھنجو





انچارج: محمد فهيم ڪوڪر




## الاصلاح واقعي الاصلاح آهي

** گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول حمل ڪلوئي نزد سرڪاري ڪوهه ڪان خادم حسين چانڊيو، منصور مبين چانڊيو، ثناءُ الله ڪلوئي، سرفراز چانڊيو، امتياز علي پڪريو، نياز شاهه لکن ٿا ته اسان جي اسڪول ۾ ٿيندڙ ساليانه الوداعي ۽ پوزيشن هولڊر شاگردن ۾ انعام ورهائڻ واري تقريب ۾ اسان کي استاد شاهنواز حيدري چانڊيو ۽ هيڊماستر جناب غلام حيدر چانڊيو پاران الاصلاح رسالو مليو، اڄ جي هن دجالي دور ۾ فرقه پرستي ۽ قوم پرستي کان پاڪ هي الاصلاح واقعي اصلاحي رسالو آهي.

** **عبدالڪريم آلڪاٽي /ٽنڊوغلام حيدر ماتلي** کان لکي ٿو الاصلاح حضرت پيرمٺا سائين رحمةالله عليه خصوصي شمارو هٿن ۾ آهي، پڙهي تمام گهڻي ڄاڻ حاصل ٿي، هي عاجز به ۾ مضمون اماڻي رهيو آهي.

** **شرف الدين مرڪند طاهري /نصيرآباد** کان لکي ٿو ڏاڍي خوشي محسوس ٿي جو الاصلاح پير مٺا سائين عليه الرحمة نمبر ۾ مختلف مشهور عالمن سڳورن روشني وڌي، مواد اماڻي رهيو آهيان اميد ته شايع ڪري حوصله افزائي ڪندا.

** **سراج الدين، سجاد ۽ معصوم گورگيج طاهري / وارهه** کان لکن ٿا الاصلاح خاص شمارو پڙهيوسين، تمام محنت نظر آئي، الاصلاح جو شدت سان انتظار رهندو آهي.

** **ياسر ميمڻ طاهري /درگاهه غريب آباد** کان لکي ٿو الاصلاح عارف صادق وٽان بطور تحفه مليو پڙهي دل کي سڪون حاصل ٿيو.

** **حافظ ابومنور انور علي ميمڻ /مٽياري** کان لکي ٿو ته الاصلاح بيحد پسند آهي، پڙهي تمام گهڻو سڪون حاصل ٿيو.

** **محمد خان سيهڙ/لاڙڪاڻو** کان لکي ٿو وفا شرڪان الاصلاح تحفة وصول ٿيو، پڙهڻ سان دلي سڪون ملي رهيو آهي.اداري جي محنت جس لهڻي.




انچارج: عبيد الله کوکر

## عجيب ماڻهو

عجيب ماڻهو آهن اهي جيڪي زنده ماڻهوءَ کي سهارو ڏيڻ کان لنوائيندا آهن پر ڪنهن مئل شخص کي ڪلهو ڏيڻ افضل ترين عمل سمجهندا آهن.

چونڊ: طيبه طاهري/ دادو

## انصاف

حضرت شيخ سعدي عليه الرحمة فرمايو:
مون کي الله تعاليٰ تي اُن ڏينهن وڏو يقين ٿيو جڏهن مون امير ۽ غريب جو هڪ جهڙو ڪفن ۽ هڪ جهڙي قبر ڏٺي.

چونڊ: زيد الحسن ڪنير/ عمرڪوٽ

## انمول موتي

* انسانيت هڪ بهترين خزانو آهي، جنهن کي لباس ۾ نه انسان ۾ تلاش ڪيو.
* هڪ شخص نه پر هڪ شخصيت ٿي گذاريو، جو ته شخص مري ويندو آهي ۽ شخصيت زنده رهندي آهي.
* پنهنجي سٺي ڪردار ٺاهڻ ۾ مصروف ٿي وڃو جو ٻين جا عيب تلاش ڪرڻ ۾ اوهان کي وقت ملي ئي نه.

چونڊ: اسدالله سهرياڻي، ہشام سهرياڻي/ڪنڌڪوٽ

## ڳالهين مان خوشبو اچي

ڏکهي اڏام کان پوءِ جهرڪي آکيري ۾ پهتي ته ٻچن پڇيو، امان آسمان ڪيترو وڏو آهي؟ جهرڪي چيو منهنجا ٻچڙا اِهو منهنجي پرن کان ننڍو آهي. چوڻ جو مطلب اِهو سچ ته ناهي بلڪل ائين ئي والدين جي سائي کان وڏي ڪا به شيءِ ناهي. پنهنجي والدين جو خيال رکندا ڪريو الله تعاليٰ اسان سڀني تي والدين جو سايو تاقيامت قائم رکي.

چونڊ: حذيفه ظهير ڪنير/عمرڪوٽ

(بقيه خبرنامه)

## اسلام آباد جي رپورٽ

مئي جي مهيني ۾ ڪل 8 پروگرام ڪيا ويا، * 6 مئي 2016ع تي جامع مسجد عليميہ G-9/3 ۾ پهريون پروگرام ٿيو، جنهن ۾ ختمہ خواجگان ۽ حضور سجڻ سائين مدظلہ ۽ جماعت جو تعارف ۽ قلبي ذڪر سمجهايو ويو. * 8 مئي تي خليفہ عبدالقدوس قاضي جي رهائشگاهہ تي پروگرام ٿيو، حافظ عبدالقدوس، سليم بروهي، فقير غالب، بابر حسين پٺي،فقير بشارت ۽ ٻين حصو ورتو، قاضي اعجاز خطاب ڪيو. * 13 مئي ۽ 15 مئي تي فقير گلزار احمد ملڪ ۽ محفوظ احمد طاهري، فقير ناصر جي محنتن سان پروگرام ٿيا.

***رپورٽ: محمد منظور ضياء ج س ج.ا.م اسلام آباد انچارج وفد نمبر 234***

## انچارج وفد 113 مختي مختار احمد ٿانري طاهري

پاران:4 مارچ تي خليل قريشي جي مسجد ۾ صحبت صالحين جي عنوان تي خطاب ڪيو*17 مارچ تي جامعہ مدينة العلوم طاهريہ ۾ هفتہ وار پروگرام ٿيو، جنهن ۾ حافظ شاهنواز مهر، قائم الدين، رضوان، عبدالله، محمد هاشم، محمد بلال ٽگڙ، غلام قادر مهر ۽ حافظ زاهد طاهري پيش ڪيو،* 21 مارچ تي حضور سجڻ سائين مدظلہ العالي جي سالگرهہ ملهائي وئي، سڪندر چنہ مقالوپيش ڪيو،* 18 مارچ تي پگريو موري ۾ مرحوم غلام محمد چانڊئي جي ايصال ثواب لاءِ قرآن خواني ۾ شرڪت ڪئي.*30 تي تاج مسجد ۾ يوم سيدنا صديق اڪبر جي موضوع تي اخلاص واخلاق جي موضوع تي عاجز بيان ڪيو. غلام مرتضيٰ ڏيتو، حافظ وارث اجڻ خطاب ڪيو،* يڪم اپريل تي محمد عثمان اوني جي ڳوٺ ۾ ٽيل پروگرام ڪي ڊاڪٽر صاحب خان انڙ، ڊاڪٽر پيرل اوني ۽ هن عاجز تقرير ڪئي.

## ٽنڊوالهيار ۾ اجتماعي اعتڪاف

هر سال جيان هن سال بہ ج.ا.م ضلع ٽنڊوالهيار پاران جامع مسجد بابا والي ۾ مختلف علائقن مان اٽڪل 71 افراد اعتڪاف ۾ ويٺا، جماعت جي ضلعي باڊي پاران خليفہ رمضان مغل، خليفہ عبدالغفور، مولانا عبدالجبار، شاڪرانصاري، محمد عثمان آرائين ۽ ٻين جي زيرنگراني معتڪفين حضرات ڪي مختلف فقهي، ضروري مسائل ۽ درس جو بندوبست پڻ ڪيو ويو.

***رپورٽ: ابوبڪر بوزدار طاهري فنانس سيڪريٽري ضلع ٽنڊوالهيار***

## برانچ حاجي بخشو سولنگي جي رپورٽ

ضلع خيرپور جي برانچ بخشو سولنگي ۾ تنظيمي، تبليغي ڪم بهتر نموني هلي رهيو آهي،حاجي نواب سولنگي ۾ باپرده خواتين جي پروگرام ۾ هن عاجز تقرير ڪئي،* 27 رجب تي پڻ بهترين پروگرام ٿيو،* هر جمعي رات صلواة شريف پڙهي ويندي آهي.

*رپورٽ: واجب ڪوسوطاهري انچارج وفد 44*

2

# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود




انچارج: عالمگير قريشي

رپورٽ: مولانا اسرار احمد طاهري

(گذريل کان اڳتي پڙهندا:)

وفد نمبر 396: مولانا محمد طاهر لاکير(درگاهہ الله آباد شريف)، 397: محمد جمن جاني رند (ڪنڊيارو)، 398: مولانا محمد اسحٰق واهوچوطاهري (نصيرآباد)، 399: حافظ ثاقب رياض طاهري (نوشهروفيروز)، 400: طاهري عبدالله ڪوڪر(دادو)، 401: محمد عبيدالله طاهري (گوجرانوالا)، 402: مولانا اختر جاويد(شيخوپوره)، 403: حافظ ذيشان طاهري(گوجرانوالا)، 404: محمد يوسف طاهري (نارووال)، 405: مولانا خالد محمود طاهري (راجن پور)، 406: مولانا محمد شبيرطاهري( سيالڪوٽ)، 407: مولانا شاهنواز راهوجو (سيتارودڊ)، 408: مولانا محمد رمضان طاهري (چيچہ وطني)، 409: مولانا فداحسين آلڪاٽي (فقيرپورشريف)، 410: مولانا غلام حسين طاهري( فقيرپورشريف)، 411: مولانا محمد سعيد لاکير طاهري ( فقيرپورشريف)، 412: مولانا نعيم احمد شاهاڻي طاهري (فقيرپورشريف)، 413: مولانا نورنبي طاهري(فقيرپور)، 414: مولانا ديدارحسين طاهري (K.N.Shah)، 415: مولانا محمد انيس لاکير (فقيرپور)، 416: مولانا عبدالڪريم ڪلهوڙو (بالي شاهہ)، 417: مولانا شمس الدين طاهري (K.N.Shah)، 418: مولانا عبدالعزيز سومرو(راڌڻ)، 419: حافظ اختيار علي سوڍر( فقيرپور شريف)، 0420: مولانا محمد وارث تهيم (مٽياري)، 421: مولانا غلام فريد شيخ (لاڙڪاڻو)، 422: مولانا عبدالخالق جهتيال (لاڙڪاڻو)، 423: مولانا ظهير احمد چارڻ(لاڙڪاڻو)، 424: مولانا عبدالنبي چانڊيو(بهادرپور)، 425: مولانا عاشق علي طاهري(ڳوٺ نثارڪوسو)، 426: مولانا خالد حسين لنڊ (جوهي)، 427: مولانا اسدالله پنو(نئون ديرو)، 428: مولانا سرفراز علي سومرو (نئون ديرو)، 429: حافظ علي حيدرناريجو(نئون ديرو)، 430: مولانا احمد علي مهيسر (نئون ديرو)،

431: مولانا محمد اسماعيل شر(سانگهڙ)، 432: مولانا محمد اشرف جتوئي طاهري(پنوعاقل)، 433: مولانا ولي محمد

ميراٽي (راڏڻ)، 434: مولانا علي خان ڪوسو (ميهڙ)، 435: مولانا محمد يونس ڪوسو طاهري (ميهڙ)، 436: مولانا منيراحمد مگسي (راڏڻ)، 437: مولانا خالد حسين طاهري (ڪنڊيواهڻ)، 438: مولانا غلام رسول (بيلا واهه نزد پرياستي)، 439: مولانا عبدالحڪيم طاهري (لاڪڙالسبيله)، 440: مولانا مظفرحسين طاهري (گلشن حديد)، 441: مولانا خليفه عبدالحق چنه طاهري (يوسف ڳوٺ ڪراچي)، 442: مولانا محمد عارف شڪيل (وهاڙي)، 443: مولانا قاري محمد اسلم (ڊگهڙي)، 444: مولانا نصرالله طاهري (جڙانوالا)، 445: مولانا محمد ابوبڪر طاهري (ٽنڊوالهيار)، 446: مولانا ممتاز علي (ميهڙ)،

447: جناب محمد امين اوٺو طاهري (نواب شاهه)، 448: مولانا ڊاڪٽر راؤ ذوالفقار علي طاهري (نواب شاهه)، 449: مولانا راؤ محمد اسلم طاهري (نواب شاهه)، 450: مولانا محمد رمضان سولنگي (نواب شاهه)، 451: حافظ محمد عارف ملڪ (نواب شاهه)، 452: مولانا سڪندر علي چنه (نواب شاهه)، 453: مولانا امان الله پنهور طاهري (نواب شاهه)، 454: مولانا نالي مٺو مشوري (دوڙ، نواب شاهه)، 455: مولانا محمد اعظم بروهي (نواب شاهه)، 456: مولانا قربان علي طاهري (نواب شاهه)، 457: حافظ شاهنواز چنه طاهري (نواب شاهه)، 458: مولانا پيرغلام رسول طاهري (نواب شاهه)، 459: مولانا حاجي اياز علي چنه (نواب شاهه)، 460: مولانا غلام شبير طاهري (نواب شاهه)، 461: مولانا محبوب علي خاصخيلي (نواب شاهه)، 462: مولانا بلال احمد خاص خيلي (نواب شاهه)، 463: مولانا محمد بخش لاڪو طاهري (نواب شاهه)، 464: مولانا انور علي طاهري (شاهپورچاڪر)، 465: مولانا اصغر علي خواجه (شهدادپور)، 466: مولانا قربان علي چانڊيو طاهري (نواب شاهه)، 467: مولانا حافظ غلام عباس طاهري (سانگهڙ)، 468: مولانا قائم الدين رند (دوڙ)، 469: مولانا خليفه حاجي محمد اسحاق اوٺو (نواب شاهه)، 470: مولانا محمد حنيف لاشاري (دوڙ)، 471: مولانا احسان علي عمراٽي (سانگهڙ)، 472: مولانا سليم مغل (سانگهڙ)، 473: جناب مرسلين احمد خانزادو (سرهاڙي)، 474: مولانا محمد جميل سيال (سرهاڙي)، 475: مولانا شاهنواز مغيري (سڪرنڊ)، 476: خليفه حاجي خان ٻگهيو (مٽياري)، 477: سيد محمد بشير شاهه (بهاولپور)، 478: محمد حذيفه طاهري، 479: خليفه علي اصغرعباسي (ڪراچي)، 480: مولانا عبيدالله طاهري (مٽياري)، 481: جناب ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو طاهري (لياقت اسپتال ڄامشورو)، 482: مولانا محمد شعيب پٺاڻ (ڪي پي ڪي)،

483: **مولانا محمد آصف** (**خيبرپختونخواھ**)، 484: **حافظ اخترعلي طاھري**(**تنڊوالھيار**)، 485: **مولانا غلام مصطفيٰ سامتيوطاھري** (**تنڊوالھيار**)، 486: **خليفہ نذيراحمد جوڪيو**(**ٺٽو**)، 487: **مولانا حاڪم علي طاھري** (**مٽياري**)، 488: **مولانا خليفہ مظفر حسين** (**پپري**)، 489: **مولانا محمد ھاشم طاھري** (**ماتلي**)، 490: **مولانا محمد رحيم چاموٽ** (**اوٿل**)(*بقيہ آئنده شماري ۾ پڙھندا*)

## حضرت سھڻا سائين عليہ الرحمة جي عرس مبارڪ ۾ حضور سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جو خطاب

22 مئي 2016ع تي المرڪز ٽول پلازه ڪراچي ۾ استقبال رمضان المبارڪ ۽ عرس مبارڪ حضرت سھڻا سائين عليہ الرحمة جي سلسلي ۾ عظيم الشان روحاني جلسي ۾ پوري ملڪ مان ھزارين عقيدتمند مريدن شرڪت ڪئي، جماعت جي مرڪزي صدر صاحبزاده جعفر صادق طاھر صاحب، ڊاڪٽر منور حسين پرڳڙي، مولانا عزيزالرحمٰن طاھري ۽ ٻين خطاب ڪيو، جڏھن تہ خصوصي خطاب سيدي و مرشدي حضور **سڄڻ سائين** مدظلہ العالي ڪرڻ فرمايو، مشھور نعت خوانن مولانا علي حسن، شبيراحمد نيازي طاھري ۽ ٻين نعتون، منقبتون پڙھيون، تقريب کي الاصلاح نيٽ ورڪ پاران انٽرنيٽ ذريعي براه راست نشر ڪيو ويو **رپورٽ: غلام عباس پنھور طاھري/ڪراچي**

## ڳوٺ اميربخش ڪوسا ۾ حضور سڄڻ سائين مدظلہ جن جو خطاب

جعفر آباد (بلوچستان) ويجھو اميربخش ڪوسا ڳوٺ ۾ سيدي و مرشدي حضور سڄڻ سائين مدظلہ عظيم الشان روحاني جلسي کي خطاب ڪرڻ فرمايو، جنھن ۾ سنڌ بلوچستان مان سوين ماڻھن شرڪت ڪئي. **رپورٽ: حبيب الله ڪوسوطاھري**

## حضرت سڄڻ سائين جن جي درگاھ شھبازپور ۾ تشريف آوري

حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن درگاھ شھبازپور (جيڪب آباد) پھچي سيد جيئل شاھ جيلاني طاھري عليہ الرحمة جي مزار تي حاضري ڀري، فاتحہ خواني ڪئي ۽ سندن فرزندن مفتي سيد طيب شاھ، عبدالرحمان شاھ، عبدالرحيم شاھ، محمد طاھر جيلاني سان ملاقات ڪئي.

## حضرت سجڻ سائين جن جي نصيرخان مري ۾ آمد

6 مئي تي سيدي و مرشدي حضرت محبوب سجڻ سائين مدظله العالي جن ڳوٺ نصيرخان مري (ککري) ۾ تشريف فرما ٿيا، پاڻ تمام گھڻو متاثر ٿيا، برانچ کي ضلعي جي مثالي برانچ قرار ڏنائون.**رپورٽ:** ***جنيد احمد ولد خليفه علي اڪبر مري***

## ج.ا.م صوبه سنڌ جي سرگرميون

10 اپريل تي صوبائي بادي جو اجلاس درگاھ الله آباد ۾ ٿيو، جنهن ۾ ورڪشاپ ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو، ان ڏس ۾ R.T.W سکر ۽ لاڙڪاڻه جون تياريون مڪمل ڪيون ويون، *پھرين مئي تي مرحبا شادي هال سکر ۾ R.T.W شاپ منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ ٻنهي ڊويزنن جي 13 برانچن جي عهديدارن شرڪت ڪئي، تنظيمي موضوعات کان علاوه بزنس پلاننگ، ڪائونسلنگ تي S.A.L.U خيرپور جي ايسوسيئيٽ پروفيسر ڊاڪٽر ساجد ميراڻي جامعه انداز ۾ ليڪچر ڏنو، *22 مئي تي رائل تاج هوٽل حيدرآباد ۾ حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ نوابشاھ ڊويزنن جي 13 ضلعن جو R.T.W شاپ ٿيو، جنهن ۾ انجنيئر منير احمد شيخ، (ڊائريڪٽر فنانس مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ٽيڪنالوجي بزنس پلاننگ /ڪائونسلنگ تي، ڊاڪٽر هاشم شيخ (ڪارڊيولاجسٽ سول اسپتال ڄامشورو) صحت جا بنيادي اصول ۽ دل جا امراض جي موضوع تي ۽ جناب غضنفر علي جوکيو (معاون صدر ج.ا.م صوبه سنڌ) ٻارن جي تعليم ۾ والدين جو ڪردار ۽ مولانا مسعود احمد لاکو پاران طريقه ادب طريقت جي موضوع تي ليڪچر ڏنا، پروگرامن ۾ مرڪزي، صوبائي باڊي جي عهديدارن جي ڀرپور نموني شرڪت رهي. * پھرين جون 2016ع کان 7 جون 2017ع تائين ج.ا.م صوبه سنڌ جي ضلع/ٽائون باڊيز ۾ هفته دعوت توسيع ۽ استقبال رمضان ملهايو ويو.

***قاضي مشهود احمد قريشي جنرل سيڪريٽري، ج.ا.م صوبه سنڌ***

### علامه حضور احمد طاهري جي وفات تي تعزيت

ج.ا.م برانچ لعل بخش مهيسر پاران خليفه علامه حضور احمد طاهري جي وفات تي مولانا فاروق احمد لغاري جي صدارت ۾ وفد وارثن سان تڏي تي پھچي ڏک جو اظهار ڪيو.

## ج.ا. ضلع حيدرآباد جو تربيتي ورڪشاپ

27.5.2016 تي مدينہ مسجد ٽنڊو آغا ۾ ج.ا.م ضلع حيدرآباد جو تربيتي ورڪشاپ ٿيوآفندي ٽائون، محمدي ٽائون، گلشاھ بخاري، پاڪستان چوڪ حالي روڊ، نوراني بستي، عثمان آباد ۽ بيل خانہ روڊ برانچز شرڪت ڪئي،ورڪشاپ ۾ خليفہ محمد اسلم اعوان، خالد رسول ۽ مولانا محمد ابراھيم ٻرڙو ليڪچر ڏنا،مفتي محمد علي حنفي، خليفہ محمد قاسم صديقي، خليفہ محمد ڪاشف، خليفہ فياض احمدءضلعي اڳواڻ شيردين،ماجد اشتياق،محمد رفيق، محمد شريف، محمد اقبال، نذيراحمد ميمڻ، طاھر خان ۽ محمد حنيف ڪتري شرڪت ڪئي.رپورٽ: *شيردين طاھري/حيدرآباد*

## درگاھہ شريف جي جامع مسجد ۾ 260 افراد اعتڪاف ۾ ويٺا

ھر سال جيان ھن سال بہ درگاھ الله آباد شريف جي جامع مسجد ۾ سنڌ سميت ملڪ جي مختلف علائقن مان اٽڪل 260 ڄڻا اعتڪاف ۾ ويٺا، درگاھ شريف جي انتظاميہ پاران مولانا عزيزالرحمان، مولانا اسرار احمد، حافظ شوڪت حسين، مولانا جھانگير احمد ۽ ٻين استادن جي نگراني ۾ معتڪفين حضرات کي مختلف فقهي ضروري مسائل وغيره جي درس جو بندوبست ڪيو ويو. جڏھن تہ رمضان شريف جي آخري ڏھاڙي تي ٽيسٽ پڻ ورتي وئي، ڪاميابي ماڻيندڙن ۾ انعام ورھايا ويا.

## انچارج وفد نمبر29 مولانا سڪيلڊو ڪنير طاھري

پاران 8 رمضان شريف تي مرڪز طاھريہ نقشبنديہ وھرو شريف ۾ ماھوار محفل ڪي مولانا حافظ محمد انصر خطاب، غلام فريد نعت پڙھي، آخر ۾ حلقہ مراقبہ ٿيو.* بلوچستان جي مختلف علائقن شاھ احمد نوراني رح درگاھ تي، محبت فقير، حب شهر ۾ واپسي تي مختلف چوڪن، ھوٽلن ۽ ڪرڪيٽ گرائونڊ تي 12 پروگرام ڪيا ويا، 18 رمضان تي جھڏو شهر ۾ اسلم ٽائون ۾ پروگرام ٿيو، نوان دوست احباب شريڪ ٿيا.* مني ۾ آخري آچر تي ماھوار پروگرام ٿيو، * ڪياڙي ۾ چنڊ جي 6 تي بھترين پروگرام ٿيو، ڪافي دوست شريڪ ٿيا، *عمرڪوٽ شهر ۾ پروگرام ڪيا ويا، الحمدلله تہ ۾ مرشدن جي نگاھ ڪرم سان تنظيمي ۽ تبليغي ڪم ۾ اضافو ٿي رھيو آھي.

# ماھہِ رمضان جي احترام لاءِ محنت

پھرين رمضان المبارڪ جي فجر نماز جامع مسجد سيدنا عمر بن خطاب کان اجتماعي طرح شروعات ڪئي وئي، اهلِ ذڪر جماعت جي مرڪزي مساجد کان علاوه شهر جي ديگر مساجد ۾ فرض نماز جي دعا کان اڳ اعلان ڪيو ويندو آهي، بعد ۾ نعت خواني، فضائل رمضان متعلق موقعي جي مناسبت سان غزل پڙهيا ويندا آهن، عاجز حضور سجڻ سائين جن جي هن محبت واري پيغام، فيض و برڪات بيان ڪرڻ بعد قلبي ذڪر جي تلقين ڪري مراقبي جو اهتمام ڪيو ويندو آهي، نوان توڙي پراڻا احباب محبت سان شريڪ ٿيندا آهن، دربار شريف جي ماهوار توڙي مقامي پروگرامن جي جماعت ڪي دعوت ڏني ويندي آهي.اهڙي ريت نوابشاھ شهر جي مختلف محلن جي 30 مساجد ۾ احترام رمضان المبارڪ جي حوالي سان پروگرام ڪيا ويا ۽ ٻهراڙي جي تقريبًا 25، 30 ڳوٺن ۾ وفدن جي صورت ۾ هر جمع ڏينهن ۽ افطار پارٽين جي حوالي سان ڪافي اهڙا پروگرام منعقد ڪيا ويا، جماعت جي تمام مساجد ۾ روزانو حلقن جو اهتمام قائم آهي، مدني مسجد گوليمار نوابشاھ ۾ پورو رمضان المبارڪ بعد نماز عصر مراقبو ٿيندو آهي، بعد ۾روزانو بعد نماز فجر مراقبو ۽ هر جمع ڏينهن بعد نماز عصر تامغرب هفتيوار اجتماعي پروگرام پابندي سان منعقد ڪيو ويندو آهي.اهي پروگرام نون دوستن لاءِ زياده فائديمند محسوس ٿي رهيا آهن، مولانا حبيب الرحمٰن ڳبول طاهري جو لڪيل برڪاتِ رمضان جون تقريبًا 150 ڪاپيون دوستن تائين پهچايون ويون، اهڙي ريت جماعت جا ترجمان سنڌي اردو رسالہ الاصلاح ۽ الطاهر بہ ڏاڍا مؤثر ثابت ٿين ٿا. تقريبًا الاصلاح ۽ الطاهر جون ٻہ، ٻہ سؤ ڪاپيون هي عاجز نوابشاھ ۽ پسگردائي جي دوستن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي،

اڪثر برانچن ۾ حضور قبلہ عالم جن جي اصلاحي پيغام کي هفتہ وار،ماهوار پروگرامن ذريعي پابنديءَ سان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

***رپورٽ: فقير محمد حسن اوٺو طاهري/نواب شاهه***

## مٽياري جي رپورٽ

حضور قبلہ عالم جن جي حڪم تحت ج.ا.م ضلع مٽياري پاران وفود مختلف ڳوٺن ۾ وڃڻ جي نتيجي ۾ ڪجھ ڳوٺن ۾ پروگرام مقرر ڪيا ويا آهن، * جن ۾ حاجي مکڻ مسجد ڳوٺ مصري جکريجا ۾ ماهوار 29هين رات بعد نماز عشاء،* جامع مسجد ڳوٺ رشيد تڳر ۾ 23 بعد نماز مغرب، *جامع مسجد ڳوٺ قادر بخش ڪوسو ۾ 15جي رات بعد نماز عشاء مقرر ڪيو ويو آهي. * ج.ا.م ضلع مٽياري پاران 5 جون 2016ع تي مدرسہ و مسجد مٽياري ۾ سالانہ تربيتي پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ ضلعي جي برانچن جي عهديدارن ۽ ميمبرن سان گڏوگڏ خلفاءِ ڪرام، برانچ سرپرستن شرڪت ڪئي، ان موقعي تي مفتي اصغر ميمڻ طهارت و غسل، مولانا حافظ علي اصغر ميمڻ صبر ۽ برداشت، مولانا بشام علي ميرجت صحت و صفائي، خليفہ فضل الدين (صدر) تنظيمي ضرورت جي موضوع تي ليڪچر ڏنو، جڏهن تہ آخر ۾ خصوصي ليڪچر ۽ خطاب مولانا خليفہ حافظ بشارت احمد ميمڻ طاهري ڪيو. جناب بلال احمد ڪوسو دعا گهري.

***رپورٽ: حافظ انور علي ميمڻ/مٽياري.***

## ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻو جي رپورٽ

20 اپريل تي ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻو پاران درگاھ غريب آباد ۾ جلسہ معراج النبي ﷺ صاحبزاده محمد ديده دل غفاري طاهري جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ ضلع صدر مولانا عبدالقدير شيخ طاهري خصوصي خطاب ڪيو، صاحبزاده محمد ديده دل غفاري جن مراقبو ڪرايو.* 22 اپريل تي ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻي پاران جلسہ معراج النبي ﷺ مدرسہ بخشيہ طاهريہ محسن ڪالوني لاڙڪاڻو ۾ حافظ محمد علي جي زيرنگراني ٿيو، جنهن ۾ حافظ ذوهيب لانگاھ، حافظ شفيق دايو، حافظ محمد صديق ميمڻ ۽ ٻين نعتون منقبتون پڙهيون، خصوصي خطاب مولانا عبدالقدير شيخ طاهري ڪيو.

***رپورٽ: حافظ شاهنواز ميمڻ / پ س ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻو***

## بدين جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع بدين پاران 6.3.2016ع تي ڳوٺ ڪمال خان بوزدار ۾ خليفه مشڪور بوزدار جي ميزباني ۾ مجلس عامله جو پروگرام ٿيو،خليفه ايم جميل ڪشميري، خليفه عارف الله، مولانا عبدالڪريم آلڪاٽي، قاري اسلم، نوراحمد ڪتري، رحيم بخش خاصخيلي ۽ ٻين مختلف موضوعن تي ليڪچر ڏنا. ** 13.3.2016 تي ضلعي جي 5 رڪني وفد صدر خليفه نوراحمد ڪتي جي نگراني ۾ خليفه عارف الله ملڪ، مولانا عبدالڪريم، مولانا محمد هاشم، اظهار پٽي جي نگراني ۾ اشرف آباد لڳ ڳوٺ نور احمد ڪلهوڙو ۾ تبليغي پروگرام ٿيو، جنهن بعد قاري خادم حسين جي سرپرستي ۾ نئين برانچ جو قيام عمل ۾ آندو ويو.

***رپورٽ: شعيب پٽي، ج.ا.م برانچ ٽنڊوغلام حيدر***

## شانِ صحابه جلسو

7.3.2016 تي ڳوٺ محمد شريف بجاراڻي ۾ جلسه بعنوان شانِ صحابه تي گذريو، مفتي محمد اقبال سعيدي ۽ مفتي خليفه محمد اسحاق شر خصوصي خطاب ڪيو.*8 مارچ تي ڳوٺ صحبت خان گولو ۾ امام حسن رضي الله عنه جي شان ۾ جلسي ڪي حافظ علي اڪبر، خصوصي خطاب قاري خليفه مسعود احمد لاڪو ڪيو.

***رپورٽ: محمد حسن قمبراڻي ج.ع.ط.ضلع ڪشمور ڪنڌڪوٽ***

## ج.ا.م ۽ ر.ط.ج نواب شاهه جي ڪارڪردگي رپورٽ

ج.ا.م ۽ ر.ط.ج ينگوار ڪالوني پاران آمدرمضان جي حوالي سان 15 شعبان تي حضرت عمر بن خطاب مسجد ۾ عظيم الشان پروگرام جي صدارت خليفه محمد امين اونو ڪئي، مولانا اياز علي چنه خطاب ڪيو. *خليفه محمد حسن اونو جي سرپرستي ۾ پهرين رمضان کان شهر جي مختلف مسجدن ۾ فضائلِ رمضان شريف جي حوالي سان پروگرام منعقد ڪيا ويا، سيف الله آرائين، مولانا سڪندر علي چنه، مولانا اياز علي چنه، اخترخاصخيلي، دادمحمد، مفتي مختار احمد، ڊاڪٽر راؤذوالفقار راجپوت شرڪت ڪئي، * هر جمعي ڏينهن ڀهراڙي جي علائقن ۾ پڻ خليفه محمد حسن طاهري، محمد امين، راؤ محمد اسلم، ڊاڪٽر ذوالفقار، سڪندر چنه جي جي قيادت ۾ وفود روانا ٿيندا آهن. ***رپورٽ: اختر علي طاهري ج س ر.ط.ج نوابشاهه***

## رپورٽ ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان

11 مارچ تي 5 رڪني وفد حاجي محمد صديق ڪيچي جي اڳواڻي ۾ درگاهه فقيرپورشريف روانو ٿيو. * هفتيوار پروگرام نورمحمدي مسجد ۾ ٿيو * 21 مارچ تي حضور سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جي سالگرهه تقريب ۾ خليفہ محمد حسن اوٺو، خليفہ نوراحمد ڪٽي، خليفہ محمد عيسيٰ ڪٽي شرڪت ڪئي * صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب جن جي ناني محترمہ جي وفات تي وفد درگاهه شريف روانو ٿيو *پهرين اپريل تي عظيم الشان پروگرام يوم سيدنا صديق اڪبر منعقد ڪيو ويو، مولانا محمد يوسف ملاح خصوصي خطاب ڪيو۽ خليفہ محمد عيسيٰ ڪٽي مراقبو ڪرايو.* 7 اپريل تي برانچ حاجي سياڳو فقير ۾ اجلاس ٿيو، 15 اپريل تي ساڳي جاءِ تي پروگرام ٿيو، جنهن ۾ برانچ عهديدار ۽ عبرت جي رپورٽر ذوالفقار چانڊيو جي والده جي ايصال ثواب لاءِ فاتحہ ڪئي وئي* يارهين شريف جي پروگرام ڪي خليفہ محمد عيسيٰ ڪٽي خطاب ڪيو *20 اپريل تي ج.ع.ط ضلع جو اجلاس سياڳو فقير ۾ ٿيو.

*رپورٽ: علي خان ڪلهوڙو پ س ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان*

## نصيرآباد جي رپورٽ

10.3.2016ع تي جامع مسجد صديقيہ طاهريہ ۾ ج.ا.م ۽ ر.ط.ج پاران منعقد پروگرام ۾ڊاڪٽرعدنان بشير، حافظ محمد نواز، احسن طاهري، محمد صالح ۽ شرف الدين، نعت و منقبت پڙهي، مولانا غمشاد، مولانا محمد يعقوب ۽ مولانا علام فريد عباسي ڪيو، قاري عبيدالله دعا گهري.* 31.3.2016ع تي جامع مسجد نورالاسلام طاهريہ آباد ڪلهوڙا ۾ (مرحوم) خليفہ نورمحمد بخشي جو عرس مبارڪ ملهايو ويو، مولانا عاشق عباسي، حافظ عبدالقادر، قربان علي ناريجو، غلام سرور گل، نعت و منقبت ۾ حصو ورتو، خليفہ محمد اسحاق طاهري، مولانا ولي محمد، مولانا ضميراحمد، قاري عبيدالله طاهري خطابات ڪيا، مولوي محمد ادريس ڏاهري خاص خطاب ڪيو. * 5.4.2016ع تي جاڙا واهوچا ۾ جلسہ شان صديق اڪبر رضي الله عنہ ۾مولانا عبدالرشيد ڪمپيئرنگ، قربان ناريجو، غلام سرور گل، نعت منقبت، مولانا عاشق عباسي، يارمحمد طاهري، خليفہ محمد اسحاق، خليفہ

عبدالهادي طاهري، قاري خليفه عبيدالله طاهري، مولانا محمد يعقوب واھوچو ۽ خصوصي خطاب مولوي محمد ادريس ڏاهري ڪيو.* 29.4.2016 تي جامع مسجد صديقيه طاهريه نصيرآباد ۾ محفل نعت ۾ قاري عبيدالله، عبدالرحمٰن، محمد اسحاق، ايم احسن، قاري عاشق راڄپر، شڪيل احمد راهوجو، سيد فهد واحد حصو ورتو.**2.5.2016ع تي ڳوٺ غازي خان مرڪنڊ وارھ ۾ معراج مصطفيٰ جي موضوع تي ٽيل جلسي ۾ خاص مهمان قاري عبيدالله پنهور، اسحاق واهوچو، ڪمپيئرنگ سڪندر، حافظ ڪاشف، محمد مراد مرڪنڊ، شرف الدين ۽ ٻين حصوورتو.

***رپورٽس: شرف الدين مرڪنڊ/نصيرآباد***

## ضلع بدين جي رپورٽ

1.4.2016ع تي ج.ا.م ضلع بدين پاران محترم ڊاڪٽر منور حسين پرڳڙي جي زيرصدارت جامع مسجد ماتلي ۾ پروگرام ٿيو، مولانا مشڪور علي بوزدار، خليفه عبدالستار جت مراقبو ڪرايو. ** 24.3.2016ع تي ج.ع.ط ضلع ٽنڊومحمد خان جي صدر محترم محمد يوسف ملاح جي نگراني ۾ مرڪز جامع مسجد حاجي سياڳو ڀهراڻي ۾ اجلاس ٿيو.

***رپورٽ: رحيم بخش خاصخيلي ضلع بدين.***

## وفود جي انچارج جو دورو

وفود شعبي جي انچارج علامه اسرار احمد شر طاهري ۽ خليفه محمد مشتاق طاهري جي اڳواڻي 2 رمضان المبارڪ تي ڪوھ مري، باغ، اباسيان، جاوا، راولپنڊي، باره ڪهو، باب جديد، سنيو، پشاور، دربار عاليه شاھ عبدالرحيم شاھ، فقير ظفتيار عباسي جي رهائش گاھ، بلال شيخ جي رهائش گاھ تي پروگرام ڪياويا، ۽ لاهور سميت مختلف علائقن جو دورو ڪيو ويو، جتي 16 ڏينهن قيام ڪرڻ دوران هن تنظيمي توڙي وفود انچارج صاحبان سان ملاقاتون ڪري ڪم جو جائزو ورتو ويو ۽ نون دلچسپي رکندڙ دوستن کي وفد نمبر الاٽ ڪيا ويا. تقريبًا 50 پروگرام ڪيا ويا، وزٽ دوران خليفه محمد اسلم طاهري، ڊاڪٽر خليفه محمد يوسف طاهري، بلال شيخ، تنوير احمد، بابر حسين، نعيم احمد ۽ ٻيا دوست پڻ گڏ رهيا. درگاھ شريف جو تعارف ڪرايو ويو.

# وفد پنجاب روانو

28 اپريل تي خليفہ محمد مشتاق شر، احمد الدين بلوچ ۽ وفا نذيراحمد جي اڳواڻي ۾ 3 رڪني وفد لاهور جي دوري تي روانو ٿيو، وفد پاران ضلع لاهور ۾ مختلف جاين مغلپوره، تاجپوره، شاهدره، ڪهنہ مرڪز روح الاسلام، قصور، درگاه بابا بلهي شاهہ رح ۽ ٻين جاين تي وڃي ماڻهن سان ملاقات ڪئي، درگاهہ شريف جو تعارف ۽ دعوت ڏني وئي.

***رپورٽس: مسرور اسرار احمد طاهري***

# گهارو جي رپورٽ

13 جون تي شانِ رمضان جي موضوع تي جامع مسجد گهارو ۾ ٿيل جلسي ۾ تلاوت بعد محمد صادق جوکيو نعت منقبت،محمد بلاول جوکيو نعت منقبت شان رمضان پڙهيو، مولانا محمد علي جت رمضان ۽ روزن جي فضيلت تي خصوصي خطاب ڪيو، آخر ۾ صلوات و سلام پڙهيو ويو خليفہ امير محمد جوکيو دعا خير فرمائي. پروگرام ۾ سوين ماڻهن شرڪت ڪئي.** 27 جون 2016ع تي قديم مسجد گهارو ۾ عظيم الشان جلسہ شان حضرت علي ڪرم الله وجهہ ڪي فقيرمحمد عيسىٰ ڪاتيار خطاب ڪيو، جڏهن تہ حافظ منيراحمد شان اهلبيت تي بيان ڪيو.

***رپورٽس: نذيراحمد جوکيو صدر ج.ا.م ضلع ٺٽو***

# تعزيت جو اظهار

ج.ا.م برانچ نصير خان مري جي ارشاد علي مري، آصف مري جي والده جي وفات تي الاصلاح جي مديراعلىٰ مولانا حبيب الرحمان گبول، مولانا محمد قاسم گبول، محمد عارف، وفا شر طاهري ۽ ٻين تڏي تي پهچي تعزيت جو اظهار ڪيو.

# برانچ جمع رند جي رپورٽ

16.4.2016 تي ر.ط.ج برانچ حاجي جمعہ رند پاران ماهوار پروگرام ٿيو، شاهنواز چانديو رضوان احمد نعت، منقبت پڙهي، خصوصي خطاب خليفہ محمد حسن اونو ڪيو.* 1.5.2016 تي عبدالله رند، شاهنواز چانديو، قائم الدين، رضوان رند، نعت منقبت ۽ خليفہ مختار احمد ٽانڙي نقشبندي طاهري خاص خطاب ڪيو.

***رپورٽ: رضوان رند پ س ر.ط.ج برانچ جمع رند نوابشاهہ***

## يارهين شريف

ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز پاران يارهين شريف جو پروگرام المدينہ مسجد لنڊ محلہ ۾ نوشهروفيروز ۾ ٿيو، حافظ قمرالدين، مدد علي، سائين شهزادو، آفتاب مصطفيٰ نعت منقبت ۽ تقرير ڪئي. * المدينہ مسجد ۾ ئي يوم سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ پروگرام ۾ حافظ قمرالدين، نويد، غلام نبي طاهري، حافظ وسيم طاهري نعت و منقبت پڙهي، ممتاز لانگاهہ خطاب ڪيو.

## تربيتي ورڪشاپ

15.5.2016 تي ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز پاران تربيتي ورڪشاپ مدينہ مسجد مورو ۾ ٿيو، خلفاءِ ڪرام، مرڪزي سيڪريٽري جنرل شڪيل احمد راهوجو، ضلعي صدر محرم وسطڙو سميت ضلعي عهديدارن شرڪت ڪئي.

## ر.ط.ج پنجاب جو وفد پهتو

19.5.2016ع تي ر.ط. ج صوبہ پنجاب جو وفد واجد طاهري (نائب صدر صوبہ پنجاب) ۽ سجاد طاهري (ج. س ر.ط.ج پاڪ پتن ضلع) ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز جي تنظيمي دوري تي پهتا، برانچ خانواهڻ، پريو تنيا، پريا، مورو جووزٽ ڪرايو ويو. ضلعي صدر محرم وسطڙو، آفتاب مصطفيٰ تنيو، بعد ۾ 20.5.2016ع تي دادو روانو ٿي ويو. ***رپورٽس: آفتاب مصطفيٰ تنيو طاهري***

## قمرآباد ۾ جلسو

ج.ا.م برانچ قمرآباد چانديو پاران جامع مسجد غوثيہ ڳوٺ خيرمحمد م ۾ ماهور پروگرام ٿيو، جنهن ڪي مولانا شاهنواز طاهري خطاب ڪيو، شهمير طاهري، شاهد اقبال، اطهراقبال، آصف اقبال، شهمير طاهري، زين اعلي، منئار، اختر ۽ ٻين شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: شهمير طاهري/قمرآباد***

## ر.ط.ج جو دورو

5، 6 جون تي ر.ط.ج جي مرڪزي نائب صدر رائو اياز پاران صوبائي صدر ۽ ج س: سان گڏ ڪراچي جي ضلعن جو دورو ڪيو. ***رپورٽ: عبدالرب رتڙ طاهري***

# مورو جي رپورٽ

ج.ا.م براچ مورو طرفان 21 مارچ تي ويزن پبلڪ اسڪول ۾ حضور جن جي سالگرهه تقريب ملهائي وئي جنهن ۾ سالانہ عرس مبارڪ پيرمنا سائين عليہ الرحمة جي موقعي تي سائين جن جو ڪيل روح پرور خطاب ملٽي ميڊيا ذريعي نشر ڪيو ويو. موسم بهار جي مناسبت سان (شجرڪاري) جي اهميت، افاديت جي موضوع تي مورو جي مشهور دانشور، سماجي اڳواڻ محترم اسدالله سولنگي جو ليڪچر پڻ ڪرايو ويو. پروگرام جي آخر ۾ مولانا غلام مجتبىٰ راهوجو خطاب ڪيو، جنهن حضرت صاحب جن جي ديني، روحاني خدمات 5 نقاطي پروگرام متعلق ليڪچر ڏنو، سالگرهه جو ڪيڪ ڪاٽيو ويو.* ج.ا.م براچ مورو طرفان مستورات جا ماهوار پروگرام مورو شهر ۾ 4 ۽ ڳوٺ گل ٻرڙو ۾ هڪ پروگرام ڪيو ويو * * مورو جي پرائمري اسڪول ڪوٽ عالم شاهه ۾ شاگردن جي ويهڻ لاءِ بينچون نهرائڻ جو پڻ انتظام ڪيو ويو. * گذريل 3 مهينن دوران تقريبًا 60 پروگرام ڪيا ويا جنهن ۾ تبليغ اسلام، دين جي احڪامات سان گڏوگڏ طريقت عاليہ نقشبنديہ جي اشاعت ۽ ترويج جو سلسلو پڻ جاري رکيو ويو* ج.ا.م براچ مورو جي تعاون سان ر.ط. ج جي ميزبانيءَ هيٺ ضلع سطح تي فقهي مسئلن تي شاندار ورڪشاپ منعقد ڪيو ويو جنهن ۾ مورو جي تقريبًا سيني سڪولن ڪان علاوه قمرالدين چانديو، ڦل، پريا، پريا روڊ، مڇر، نوشهروفيروز، دالي جي دوستن پڻ شرڪت ڪئي. هن پروگرام ۾ ٽيسٽ پڻ ورتي وئي هئي جنهن ۾ ٽاپ 12 ٻارنهن پوزيشن حاصل ڪندڙن کي ڪتابي صورت ۾ انعامات ڏنا ويامرڪزي جنرل سيڪريٽري جناب شڪيل احمد راهوجو خصوصي شرڪت ڪئي * ج.ا.م براچ مورو ۾ ج.ا.م پاڪستان جي مرڪزي جنرل سيڪريٽري جناب غلام محمد ميمڻ جي قيادت ۾ هڪ وفد سان تنظيمي امور تي ڳالهيون ڪيون ويون. ***ڪامران ميمڻ پ س ج.ا.م مورو***

## ج.ع.ط. ضلع حيدرآباد

18 مارچ 2016ع تي محفل ذڪر يارهين شريف جو پروگرام اويس قرني مسجد ۾ ٿيو، *22 مارچ تي عظيم الشان يارسول الله ڪانفرنس بسلسله سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه نورمدينه مسجد محمد بخش شورو ڳوٺ قاسم آباد ۾ ٿي، جنهن ڪي مولوي محمد ادريس ڏاهري ۽ ٻين خطاب ڪيو. * 3 جون تي جلسه استقبال رمضان المبارڪ مدينه مسجد ۾ ٿيو، جنهن ۾ فاروق احمد سومرو، مولانا عبدالخالق طاهري خطاب ڪيو.* 26 جون 2016ع تي محفل ختم القرآن ۽ يوم شهادت حضرت علي ڪرم الله وجهه جي عنوان تي مسجد اويس قرني سوئي گيس ڪالوني قاسم آباد ۾ مولانا عبدالخالق چاچڙ جي صدارت ۾ عظيم الشان پروگرام ٿيو. ***رپورٽ: عبدالخالق چاچڙ ج.ع.ط ضلع حيدرآباد***

## ج.ع.ط ضلع ڪنڌڪوٽ جي رپورٽ

رمضان المبارڪ کان هڪ هفتو اڳ ڪنڌڪوٽ ۾ گرمي جي شدت کي مدنظر رکندي ٻن ڏينهن لاءِ ٿڌي، مني پاڻيءَ جي طاهري سبيل جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ جمعيت علماءِ طاهريه جي دوستن خدمتون سرانجام ڏنيون جنهن سان ڪافي فائدو ٿيو. * غفاري مسجد ۾ جمع ڏينهن مولانا عبدالرحمان سبزوئي جو رمضان شريف جي موضوع تي خطاب ٿيو* رمضان المبارڪ جي آمد جي حوالي سان ج.ع. ط پاران 3 پروگرام 27 مئي، 2 جون ۽ 6 جون تي مختلف مقامات تي گذريا، جن ۾ تمام فقراء ۽ دوستن احبابن شرڪت ڪئي، عالمن سڀني رمضان شريف جي فضيلت تي روشني وڌي، خليفه رحمت الله راڄپر جو خطاب ٿيو* جڏهن ته هر سال جيان هن سال به افطار پارٽي جو پڻ مختلف جاين تي اهتمام ڪيو ويو.***رپورٽ: غلام مجتبيٰ ملڪ ج س ڪنڌڪوٽ***

## استقبال رمضان

26.5.2016ع تي استقبال رمضان المبارڪ جي سلسلي ۾ پنيرو ڪوهه جامع مسجد ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ڪي خليفه مجاز مولانا عبدالرحمٰن وڳڻ طاهري خصوصي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: حسان رضا بوزدار/طاهرآباد***

## ج.ا.م گڏاپ ٽائون جي زيرتعاون وفد نمبر 33 انچارج خليفہ امام علي چانديو ۽ خليفہ محمد رمضان گبول جي رپورٽ

ج.ا.م گڏاپ ٽائون پاران مختلف علائقن ۾ خليفہ محمد رمضان گبول، خليفہ امام علي چانديو جي اڳواڻي ۾ وفد روانا ٿيا، ڳوٺ پناڻ خان برفت، ڳوٺ نودو خان، حاجي نورمحمد، سنياسي برفت، حاجي امام بخش، ملڪ ڳوٺ، حاجي زڪريا ڳوٺ سميت ٻين علائقن ۾ سينئر ڪارڪنن محمد پنهل جوکيو طاهري، عبدالغني پالاري، سڪندر علي، عبدالواحد، محمد اعظم برفت، ظهورجوکيو، شريف، سليم جوکيو، مولابخش گبول ۽ ٻين جي قيادت ۾ وفد روانا ٿيا، * پهرين اپريل تي ڳوٺ نذرمحمد گبول ۾ نعت خوان مرحوم عيسىٰ گبول جي ايصال ثواب لاءِ پروگرام ۾ خليفہ محمد رمضان گبول صدارت ڪئي، خليفہ محمد ابراهيم بروهي طاهري، خليفہ امام علي چانديو سميت عهديدارن، ميمبرن شرڪت ڪئي.الحمدللہ! گڏاپ ٽائون ۾ 200 کان مٿي الاصلاح رسالہ خريد ڪري دوستن ڏانهن گفٽ ۽ برانچن تائين پهچايا ويندا آهن، جنهن سان ڪافي فائدو رسيو آهي.

***رپورٽ: سليم جوکيو/ايم پنهل جوکيو/گڏاپ ٽائون***

## گابر مسڻ ۾ يارهين شريف

ج.ا.م برانچ گابر مسڻ ۾ ماهوار يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، نعيم مسڻ ڪارروائي پيش ڪئي، حافظ دودو پاران نعت ومنقبت پڙهي وئي، برانچ صدر خليفہ محمد معشوق مسڻ خطاب ڪيو

***رپورٽ: محمد طاهر بلال هيسباڻي/بادہ***

## پڊعيدن جي رپورٽ

ر.ط.ج ۽ ج.ا.م پاران پڊعيدن ۾ هر جمع رات مختلف موضوعن تي پروگرام ڪيا ويندا آهن، روزانو مراقبو جو اهتمام ٿيندو آهي، * شب براءت ۽ آمد رمضان جي موضوع تي پڻ بهترين پروگرام ٿيا، جن ڪي فقير عمران علي پٽني، سراج احمد ۽ خليفہ قاري محمد عاشق عباسي خصوصي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: عمران علي پٽني/پڊعيدن***

## شادي ٻير ۾ پروگرام

25.3.2016ع تي ٽنڊومحمد خان کان 15 ڪلوميٽر پري مولابخش ٻير جي ڪوشش سان ڳوٺ شادي ٻير ۾ خليفه محمد عيسيٰ ڪٽي، خليفه رحيم بخش خاصخيلي جي نگراني ۾ پروگرام ٿيو، خليفه محمد عيسيٰ ڪٽي جو خطاب، ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان جي صدر حاجي محمد صديق ڪڇي، حاجي ميمڻ سميت ڪافي دوستن شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: اصغر علي لانگاهه ص ج.ا.م برانچ ٽنڊومحمدخان***

## ختم القرآن جلسو

16 رمضان المبارڪ تي ختم القرآن جي سلسلي ۾ عظيم الشان پروگرام جامع مسجد ماڪن وسين ۾ ٿيو، جنهن ۾ حافظ انور علي ميمڻ ختم القرآن جي سعادت ماڻي، مفتي اصغر علي ميمڻ خصوصي خطاب ڪيو. ***رپورٽ: ابومنور ميمڻ/مٽياري***

## ماهوار پروگرام

29 مئي تي استقبال رمضان جي سلسلي ۾ مرڪز طاهرآباد شريف ۾ ماهوار پروگرام ٿيو، جنهن ۾ پرپاسي جي مختلف علائقن مان سوين ماڻهن شرڪت ڪئي، پروگرام ڪي مشهور عالمن خطاب ڪيو ۽ نعت خوانن نعت، منقبتون پڙهيون، جڏهن ته مولانا حافظ محمد موسيٰ بروهي ڪيو. ***رپورٽ: ابوبڪر بوزدار طاهري***

## ر.ط.ج لسٻيلا جي رپورٽ

ر.ط.ج لسٻيله جي برانچن ۾ تنظيمي ڪم بهتر نموني هلي رهيو آهي، رمضان المبارڪ دوران درس جواهتمام ڪيو ويو، جڏهن ته وضو، غسل، نماز جي فرائض ۽ اهميت متعلق آگاهي ڏني ويندي آهي، جڏهن ته اٿل سٽي ۾ مدرسه روح الاسلام طاهريه ۾ نمايان ڪم آهي. ***رپورٽ: عبدالرحيم خاصخيلي/لسٻيله***

## ڪانفرنس

سيدنا صديق اڪبر رضه ڪانفرنس جامعه طاهريه نقشبنديه وهرو شريف عمرڪوٽ ۾ ٿي، خليفه عبدالرزاق جٽ طاهري ڪيو.

***رپورٽ: غلام مرتضيٰ ڪنير/عمرڪوٽ***

## ج.ا.م راڻي پور جي رپورٽ

مارچ ۾ 6 پروگرام، يوم سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه پروگرام حاجي محمد عباسي جي گهر ۾ ٿيو، خليفه عبدالقادرطاهري مراقبو ڪرايو* 5 مارچ کان وٽڪاري مهم لڳائي 56 کان مٿي بوٽا اسپتالن، اسڪولن، ريلوي اسٽيشن تي پوکيا ويا*ڪافي اخبارن ۾ برانچ جون رپورٽس شايع ٿيون،* ڳوٺ موسىٰ جي عباسي ۾ هفتيوار محفل ذڪر ٿيندو آهي،*برانچ ۾ روزانو حلقه مراقبوءِ ناظره تعليم ڏني ويندي آهي.* برانچ پاران الاصلاح ۽ الطاهر خريد ڪري دوستن کي گفٽ ڏنا ويندا آهن.*درگاهه شريف تي ماهوار پروگرامن ۾ راڻي پور مان ڪافي جماعت شريڪ ٿيندي آهي.

***رپورٽ: فراز احمد موجائي/راڻي پور***

## محفل نعت

الطاهر نعت اڪيڊمي ٽنڊوالهيار ۾ روزانو محفل نعت منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ 30 کان وڌيڪ شاگرد شريڪ ٿيندا آهن، جن کي نعت پيش ڪرڻ جي باري ۾ هدايتون ۽ سکيا ڏني ويندي آهي.

***رپورٽ: ابوبڪر بوزدار طاهري***

## 14هين جو جلسو

19جون 2016ع تي برانچ نصيرخان مري ۾ 14 جو پروگرام خليفه علي اڪبر مري جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن کي مفتي خليفه محمد اسحاق شر،مولوي محمد هاشم گبول خطاب ڪيو.

## ڪنڊيارو ۾ جلسو

28.5.2016ع تي ج.ا.م پاران مدرسه نورالاسلام ۾ روحاني جلسو ٿيو، خصوصي خطاب مولانا محمد ادريس ڏاهري ڪيو.

***رپورٽ: سليم ميمڻ طاهري /ڪنڊيارو***

## 14 هين جو جلسو

ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز پاران غفاري مسجد 14هين جي جلسي کي ج.ا.م جي صوبائي سيڪريٽري جنرل قاضي مشهود احمد قريشي ۽ بين خطاب ڪيو.

**رپورٽ: بشيراحمد طاهري /ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز**

## انچارج وفد نمبر 172 مولانا عبدالقدير شيخ

پاران روزانه عشاء نماز بعد لاڙڪاڻه شهر جي مختلف هوٽلن، باغ، چوڪن، بس اسٽينڊ ۽ بازارن ۾ تبليغ جو ڪم جاري رکيو پيو وڃي. * مرڪز غفاريه ۾ روزانو درس حديث جو پڻ اهتمام ڪيو ويندو آهي.

## انچارج وفد نمبر 189 حضور علي جوکيو

پاران اپريل ۽ مئي ۾ 45 ڪان مٿي پروگرام ڪيا ويا، 4 پروگرام بلال مسجد، 4 پروگرام ناريجا ڳوٺ ۾ ٿيا. 4 هفتيوار پروگرام ڳوٺ هاشم بروهي، 5 مستورات جا پروگرام، 4 مدينه مسجد مڪلي ۾ ٿيا، هر وفد ۾ ر.ط.ج ۽ ج.ا.م مڪلي جي ميمبرن شرڪت ڪئي. * پهرين مئي تي ڳوٺ پنجون ميل اسٽاپ تي ٿيل جلسي ڪي خليفه حضور علي ۽ خليفه نذير احمد جوکيو خطاب ڪيو، جهانزيب جوکيو نعت خوان شرڪت ڪئي، غلام حيدربروهي ۽ قادربخش جاکڙو پڻ شريڪ ٿيا* 9 مئي تي ڳوٺ وڏيرو رسول بخش جاکرو ۾ ۾ وفد روانو ٿيو، عاجز، سڄڻ، غلام حيدربروهي، محمد عالم طاهري، قادربخش جاکرو ۽ ٻين تي مشتمل وفد روانو ٿيو.* 14 تي ڳوٺ حاجي نورمحمد بروهي ۽ ڳوٺ هاشم بروهي ۾ غلام حيدربروهي ۽ عبدالخالق بروهي، غلام نبي بروهي جي تعاون سان موٽرسائيڪل تي سوار تي دوست شريڪ ٿيا، * 20 مئي تي مدينه مسجد مرڪز طاهريه ايٽ بلڊنگ ڪالوني مڪلي ۾ استقبال رمضان جي پروگرام ۾ ر.ط.ج پنجاب جي دوستن شرڪت ڪئي.

## انچارج وفد نمبر 233 اعجاز احمد وریاهه طاهري

پاران 2 جون تي جامعه بخشيه ٽنڊوآدم ۾ ٻه پروگرام* خليفه اميربخش مري جي گهر ٽنڊوآدم ۾ درس قرآن، *ضلع مٽياري ۾ هڪ، *ڳوٺ هاشم ساند، مومن ڪوسو ،محمد راهو ۽ جامع مسجد بچل ورياهه ۾ جمع نماز تي درس قرآن، پهرين مئي تي هر روز عشاء ڪان بعد درس قرآن، درس حديث بلال مسجد ڪراچي ۾، *بالغن جي تعليم جو سلسلو، *اختر ڪالوني پاڪ ڪالوني، *معصوم شاهه بخاري ۾ درس قرآن جا پروگرام ڪيا ويا.

## انچارج وفد نمبر 113 مفتي مختار احمد طاهري

پاران 3 مارچ تي فيضان رمضان نالي 7 پروگرام مهراڻ ٽي وي تي رڪارڊ ڪرايا ويا، جيڪي 6 رمضان کان سحري جي وقت ۾ نشر ڪيا ويا، 10 مارچ تي سٽ ميل روڊ تي خاصخيلي مسجد ۾ اهميت رمضان تي بيان ٿيو، وفد جي ميمبر غلام مصطفيٰ لنڊ پاران ايم پي اي چوڌري صاحب جي ڪارخاني واري مسجد ۾ بيان ڪيو. ** 13 مئي تي المصطفيٰ مسجد نوابشاهه ۾ نماز، زڪوات، روزي بابت ليڪچر ڏنو. **18.5.2016ع تي شهمير ڪوسو ڳوٺ قاضي احمد ۾ پروگرام حافظ عبيدالله لاشاري ڪرايو، مختار احمد خطاب ڪيو.

## انچارج وفد نمبر 147 حبيب الله ميمڻ طاهري

پاران اپريل ۽ مئي ۾ 30 تبليغي وفد پروگرام ڪيا ويا، *انفرادي تبليغ جو تعداد تقريبًا 100، * 50 کان مٿي تنظيمي پروگرامن ۾ شرڪت رهي، *جامع مسجد پرياسٽي بس اسٽاپ تي بعد نماز فجر روزانو درس جو اهتمام* ڪراچي ۾ 12 تبليغي پروگرام* 2 دفعا مراقبو صبح ۽ شام *يوسف (دالي) ۾ پڻ پروگرام منعقد ڪيا ويا.

## انچارج وفد نمبر 16 منير احمد عباسي

پاران رمضان شريف دوران عصر تاعشاء مختلف ڳوٺن، مسجدن ۽ اوطاقن ۾ روجي روزانو رمضان شريف جي برڪتن، قلبي ذڪر جي تلقين، صحبت مرشد سجڻ سائين جن جو پيغام پهچايو ويو، جمع نماز تي ٻه پروگرام عورتن جا پروگرام، ٽوٽل 30 پروگرام.

## انچارج وفد نمبر 27 خليفه فاروق احمد لغاري طاهري

پاران ج.ا.م، ج.ع.ط، ر.ط.ج جي سهڪار سان مختلف ڳوٺن لال بخش مهيسر، علي جان لنڊ، ڪوٽ علي نواز جلباڻي، دوداپور، خليفه ايم ابراهيم غفاري رح، ولي محمد بروهي ۾ اجتماعي توڙي انفرادي پروگرام ڪيا ويا، ماهوار پروگرام جامع مسجد غفاريه ڳڙهي خيرو ۾ ٿيو، مولانا محمد طاهر لاڪير خطاب ڪيو.

2

## انچارج وفد نمبر 25 خليفه عبدالقادر پيو طاهري

پاران موٽر سائيڪل ذريعي مختلف علائقن ۾ ڳوٺن خاونڊڏنو شر، فقيرسراج الدين شر، رسول پور، قاضي عبدالرحمٰن پيو، فضل آباد، بوزداروڏا، غلام شبير ڪلهوڙو لڳ سڳيون، درويش ڪلهوڙو، فيض محمد موجائي، لطف علي شر، محسن شاهه، وليداد لنڊ، گل محمد ڄامڙو، حاجي راڄپر، ٽالپر وڏا ۾ دوستن خليفه احمد بخش گلال، شمس الدين عباسي، حاجي محمد سان گڏجي وزٽ ٿي، درگاهه شريف جو تعارف، پروگرام جي دعوت ڏني وئي. * خانواهڻ ۾ منيراحمد حطار سان سندس والده جي وفات، آرائين ڳوٺ ۾ عبدالحميد آرائين جي انتقال تي تڏي تي پهچي تعزيت ڪئي وئي. بنگل خان چانگ ۾ سينئر فقيرمحمد رمضان چانگ جي عيادت پڻ ڪئي.

## انچارج وفد نمبر 138 خليفه طفيل احمد سيال

پاران 2 مئي تي ماهوار محفل ميلاد ﷺ جو پروگرام ٿيو، ڊاڪٽر مظفر خشڪ، مسعوداحمد سومرو، رفيع الله، نذيراحمد ميمڻ، حصو ورتو، خصوصي خطاب ڊاڪٽر عبدالحميد ميمڻ، خليفه طفيل احمد سيال ڪيو.

*رپورٽ: ڊاڪٽر مظفر حسين خشڪ/واپڊا حيدرآباد*

## انچارج وفد نمبر 103 خليفه عبدالهادي گورگيج

پاران مختلف علائقن ۾ 50 ڪان مٿي وفود پروگرام ڪيا ويا.

## ايصال ثواب

يوسف ڳوٺ ۾ يارهين شريف ۾ خليفه عبدالخالق چنه جي والده جي ايصال ثواب لاءِ پروگرام ٿيو خليفه سائين محمد پارسا خطاب ڪيو.

## انچارج وفد نمبر 69 مولوي محمد عاشق لنڊ

پاران رمضان شريف ۾ سنڌ، بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ 56 ڪان مٿي پروگرام ڪيا ويا.

## انچارج وفد نمبر 364 محمد معصوم گورگيج طاهري

پاران مختلف علائقن گورگيج نوڙڪي، شفيع محمد بروهي، سونواهه، نل، ڪندو، عبدالرزاق راڏاٽي ۽ نورمحمد بروهي ۾ وفد روانا ٿيا.

## ج.ا.م ضلع خيرپور جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع خيرپور پاران S.A.L.U خيرپور ۾ انٽرنيشنل ليول جو ڪتابي ميلو لڳايو ويو، جنهن ۾ نيشنل بوڪ فائونڊيشن جي سهڪار سان الاصلاح پبليڪيشن دادو سميت جماعت پاران شايع ٿيندڙ سيرت ولي ڪامل،ڪلام ولي، ڪتاب جلوه گاه دوست، الطاهر، تعليمات امام رباني رکيا ويا،3 روزه ڪتابي ميلي ۾ مختلف مڪتبہ فڪر سان تعلق رکندڙ ماڻهن ڪتاب خريد ڪيا، خيرپور ضلعي جي 19 ڪان وڌيڪ برانچن ۾ ناظره تعليم جو بندوبست ٿي رهيو آهي، وٽڪاري مهم ۾ مختلف جاين تي بوٽا لڳايا ويا، الاصلاح، الطاهر رسالہ گهٽي تعداد ۾ خريد ڪري برانچن تائين پهچايا ويندا آهن. *(انچارج وفد نمبر 56)*

***رپورٽ: محمد اقبال احمد سوهو/ج.ا.م ضلع خيرپور***

## ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز

21.3.2016ع تي حضرت سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي سالگرهہ ملهائي وئي، ڪيڪ ڪاٽيو ويو. * 27.3.2016ع تي بلڊپريشر، شوگر ٽيسٽ لڳائي وئي،*42 تي ر.طج سنڌ جي تربيتي ورڪشاپ ٿيو، اپريل جي پهرئين هفتي تي پلانٽيشن ويڪ ملهايو ويو، * 20.4.2016ع ڪان 14.5.2016 تائين ر.ط.ج ۽ انجمن نونهال طاهريہ وزٽ پروگرام رکيو ويو1.5.2016 تي ميٽنگ ٿي، 15.5.2016ع تي ضل تربيتي ورڪشاپ مورو ۾ ٿيو، رمضان المبارڪ جي آمد جي حوالي سان ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز جي برانچن ۾ پروگرام ڪيا ويا، اجلاس ۾ سابقہ سينئر ن ص: ڊاڪٽر نعيم علي قائمخاني جي خصوصي شرڪت رهي.

***رپورٽ: ڊاڪٽر محمد امين قائمخاني ر.ط. ضلع نوشهروفيروز***

## انچارج وفد نمبر 282 مفتي ساجد علي فاروقي گهانگهرو

پاران رمضان شريف ۾ جامع مسجد بخاري ۾ عصر نماز ڪان بعد روزانو درس جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي

## انچارج وفد نمبر 366 حافظ خير محمد راڄپر

پاران ج.ع.ط ضلع نوشهروفيروز پاران مختلف جاين بهتر نموني ڪم هلي رهيو آهي، هر مهيني 15 ڪان 28 پروگرام ڪيا ويندا آهن.

## خليفه محمد مشتاق پاران گلال محله جي وزٽ

خليفه محمد مشتاق شرپاران اپريل ۾ ج.ا.م ۽ ر.ط.ج برانچ گلال محله هگورجا ۾ خصوصي ملاقات ڪري تنظيمي ڪم جي حوالي سان مشورا ڏنا، حلقه مراقبو جي تلقين ڪئي وئي، جنهن بعد مراقبي جو اهتمام ڪيو ويندو آهي.

***رپورٽ: ڪفايت الله ڪلهوڙو برانچ گلال محله هگورجا***

## پنجاب جو وفد خيرپور پهتو

20.5.2016ع تي ر.ط.ج صوبه پنجاب جو وفد خيرپور پهتو، محمد عثمان (ضلع لاهور)، ............(ضلع پاڪ پتن) جي خيرپور جي باڊي سان ملاقات ڪري رڪارڊ چيڪ ڪيو، جنهن تي وفد پاران بهترين ريمارڪس ڏنا ويا، وفد پاران گلال محله، هگورجاسٽي، راٽيپور، بنگل چانگ ۽ خيرپور سٽي جو دورو ڪيو، درگاهه شريف ۽ حضرت سچل سرمست (رح) جي مزار تي حاضري ڀري.

***رپورٽ: ڊاڪٽرنعمت الله ڪلهوڙوج.س. ر.ط.ج ضلع خيرپور***

## ر.ط.ج ضلع خيرپور جي اڳواڻن جا دورا

24 اپريل 2016ع ر.ط.ج ضلع خيرپور طرفان وفد 8 برانچن جي وزٽ ڪئي، رڪارڊ چيڪ ڪيو، ضلع عهديدارن ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو جي زيرقيادت تنظيمي بهتر نموني هلي رهيو آهي، تربيتي ورڪشاپ، برانچ سطح تي وڏڪاري مهم ڪي ڪامياب بڻائڻ متعلق حڪمت عملي جوڙي وئي.

***رپورٽ: حافظ حليم گلال ر.ط.ج ضلع خيرپور***

## مختصر اهم خبرون

** 16 رمضان تي ج.ا.م برانچ ڪوٽ لعل بخش مهيسر طرفان مدرسه غوثيه طاهريه ۾ افطار پارٽي تي، غلام ياسين، هدايت الله، شمس الدين، ساجد حسين ديناري، فاروق احمد لغاري ۽ بين خطاب ڪيو.

** 27 رمضان المبارڪ تي مرڪز جامع مسجد غفاريه ڳڙهي خيرو ۾ ختم القرآن جلسو ٿيو، سردار بخش جلباڻي خطاب ڪيو.

**10 جون تي جامعه انوار طاهريه ٽنڊوالهيار ۾ افطار پارٽي تقريب ڪي مولانا محمد اويس بوزدار خطاب ڪيو. (بقيه خبرنامه ص 39 تي)

# انتقال پرملال

**الاصلاح** پبليڪيشن جي سرڪيوليشن مئنيجر محمد بخش جوڻيجو جي وڏي ڀاءُ محمد صالح جوڻيجو جي وفات، *جماعت جي پياري خليفي ۽ سرگرم عهديدار ٺٽو واسي انجنيئر خليفه غلام شبير ڪلهوڙو طاهري جي وفات* ج.ع.ط ضلع شڪارپور جي صدر خليفه مفتي حضور احمد نقشبندي طاهري جي وفات * ج.ا.م ضلع لاڙڪاڻه جي اڳوڻي فنانس س: ۽ آڊيٽر غلام الله جهتيال جي وڏي ڀاءُ خيرمحمد جهتيال جي وفات، ** ج.ا.م ٽنڊومحمد خان جي محمد خان سولنگي جي والده جي وفات،*ج.ا.م برانچ خميسو خاصخيلي جي سينيئر فقير برانچ صدر محمد اسماعيل خاصخيلي جي وڏي پٽ فقيرامداد علي خاصخيلي جي وفات،* ج..ا.م برانچ نصير خان مري جي ارشاد علي مري، مانيٽرنگ آفيسر آصف علي مري جي والده جي وفات،* ڳوٺ رسولپور ۾ استاد غلام رسول، اي ايس آءِ غلام اڪبر شر ۽ الله ورايو شر جي والده ۽ صحافي عبدالحفيظ شر جي ناني جي وفات،*ج.ا.م ضلع خيرپور جي برانچ شاهه محمد سانگي جي عهديدار الله بچايو سانگي جي والده جي وفات،* برانچ ڪوٽ لعل بخش مهيسر جي جنرل س: هدايت الله ديناري جي والده جي وفات، *جوائنٽ: س ساجد حسين جي سهرو سهڻل ديناري جي وفات، * ج.ا.م ڳڙهي خيرو جي صدر مولانا سردار بخش جلباڻي جي نوجوان ڀائيٽو وقار جلباڻي جي وفات،* ج.ا.م برانچ هگورجا ستي استاد رضا محمد گلال جي والده جي وفات تي جمله مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن جي اوچتي لاڏاڻي تي گهري غم ۽ ڏک جو اظهار ڪندي، جمله عزيزن ۽ رشتيدارن سان تعزيت ڪريون ٿا.

انا لله وانا اليه راجعون

ڏٽي در دعا آهي ته شال الله تعالىٰ مرحومين کي غريق رحمت فرمائي. (آمين)

*ادارو*

## پسنديدگي جو اظهار ڪندڙن جا نالا

محمد اسماعيل ڪلهوڙو سدا بهار /ماتلي، امين ناز قاسماڻي، راجه شر، ياسين خان، محمد احسن، عمران، ڪاشف حفيظ، رضوان مختيار شر/نري ميرواهه، وقار تهيم متياري، اصغر علي لانگاهه، حافظ معشوق علي، حافظ عبدالخالق پنهور، حافظ محمد نواز، وسيم مرڪند، شاهد مرڪند، حضور بخش طاهري، حافظ ولي محمد، ڊاڪٽر عدنان بشيرشيخ، حافظ محمد حسن، مولانا رياض چانڊيو،محمد حسن قمبراڻي/ڪنڊڪوٽ، سلميٰ ڪوکر، طيبه طاهري،راحيل امين ميمڻ/دادو.

2

# سوالن جا جواب ڏيو

هيٺ ڏنل ڪجهہ سوال رسالي مان ۽ ڪجهہ سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان 27 آگسٽ 2016ع تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.

نوٽ: ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ کي انعامي مقابلي ۾ شامل نہ ڪيو ويندو، جڏهن تہ صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪٽي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)

## سوال

سوال 1: حج ڪڏهن فرض ٿيو؟

سوال 2: حطمه جي معنىٰ ڇا آهي؟

سوال 3: تعليمات امام رباني ڪتاب جو مؤلف ڪير آهي؟

سوال 4: حضرت سچل سرمست عليه الرحمة جو اصل نالو ڇا آهي؟

سوال 5: دل کے آئینہ میں ہے تصویر یار کی

شعر مڪمل ڪريو.

## ڪوپن نمبر 19

موڪليندڙ جو نالو: ____________________

ايڊريس: ____________________

جواب 1: ____________________

جواب 2: ____________________

جواب 3: ____________________

جواب 4: ____________________

جواب 5: ____________________

4

# انعامي سلسلي ۾ ڪوپن پريندڙ دوستن جا نالا

محمد اڪمل واھوچو P/O جاڙاواھوچا، شرف الدين مرڪنڊ، عبدالحميد ڪتي، الھبچايو ڪتي، اصغر علي لانگاھ، علي خان ڪلھوڙو، مبشرعلي خان ڪلھوڙو، مدثر علي خان، خليفہ محمد عيسيٰ ڪتي، /ٽنڊومحمد خان، عبدالغفار ٽيپو /ڏاسوڙي شريف ٽنڊوالھيار، حافظ محمد يعقوب ابڙو/ڪنڊو وارھ، محمد مدثر سليم ورياھ /ٽنڊوغلام حيدر، نعمان علي دل طاھري /مورو، شاھد حسين مرڪنڊ /وارھ، غلام علي زنئور، حافظ وارث ٿھيم، ابومنور حافظ انور ميمڻ/مٽياري

## انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب

## شرف الدين مرڪنڊ/نصيرآباد






# Eid Mubbarak from:




## ROOHANI TALABA JAMAIT PAKISTAN

خوشخبري خوشخبري خوشخبري

## الاصلاح پبليڪيشن دادو




تاريخ ۾ پهريون دفعو حضرت امام رباني قدس سره جن جي مڪتوبات شريف جو ترجمہ ۽ شرح سنڌي ۾

## "تعليمات امام رباني"

ڪمپيوٽرائزڊ ڪتابت، معياري ڪاغذ، خوبصورت رنگين مضبوط جلد محدود تعداد ۾ موجود.

مترجم ۽ شارح: علام حبيب الرحمٰن گبول طاهري

صفحات: 576 | تعارفي قيمت: 550

رابطي لاءِ: وفا شر طاهري 0300-3159721, 0333-3176973

Designing By: M.Ameen Otho Tahiri....Nawabshah.0302-3227609